بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

إِنَّ اللّٰهَ وَمَلٰٓئِكَتَهٗ يُصَلُّوْنَ عَلَى النَّبِيِّ يٰٓأَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا صَلُّوْا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوْا تَسْلِيْمًا

بيشڪ الله تعالى ۽ الله جا فرشتا رسول عربي ﷺ تي صلوٰة وسلام موڪلي رهيا آهن.

اي مؤمنو توهان به پاڪ ڪريمن ﷺ تي صلوٰة وسلام موڪليندا رهو.

القرآن

دلائل الخيرات

جو عام فهم ۽ تفسيري ترجمو

# بيان البرڪات في ترجمهء دلائل الخيرات

ترجمو ڪندڙ:

علامه عبدالوحيد جان سرهندي فاروقي

مدرس

مدرسه مجدديه سرهنديه دار الارشاد

ٽنڊو سائين داد

ضلع حيدرآباد سنڌ

جوڙي جوڙ جهان جي، جڏهن جوڙيائين،
خاوند خاص خلقي، مُحمّد ﷺ مُڪائِين،
ڪلمو تنهن ڪريم تي، چنو چايائين،
اَنَامَوْلَاڪَ وَاَنْتَ مَحْبُوْبِيْ، ان پر اُتائين،
ڏِکي ڏنائين، هِئي سرائون سيّد چوي.

○

اکيون مُنهن ميهار ﷺ ڏي، جن رکيون جوڙي،
رِيءُ سنڌِ سيَّد چوي، تار گِهڙن توڙي،
تنين کي هوڙي، سائرُ سگهندو ڪينڪي.

○

ڪيچَان آيو قافلو، ساٿ ڏِي سروانُ ﷺ،
وار وڏي واڳون ڪريان، پوان هُوند پَلانُ،
جَهڙو پُنهون پاڻُ، تهڙي سِنا ساٿ جي.

○

ماڻڪ مِٽ سندو م، اوندا هيءَ م سوجهرو،
حشر ويل حساب م، ڇڏي نه ويندو م،
ساريو سڏ ڪندو م، ڪوهيارو ﷺ ڪيچ ڌڻي.



# نعتِ مصطفیٰ

صَلَّی اللہ تعالیٰ عَلَيْهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ

مُحَمَّد مُصْطَفیٰ آهي، حَبِيبِ ڪِبريا آهي
اُهوئي ابتدا آهي، اُهوئي انتها آهي

نه دُنيا هُئي نه عُقبیٰ هُئي، نه ٻِي مَخلوق خلقيل هُئي
مگر اوّل سَڀِن کان ٻِي رَسُولِ مُجتَبیٰ آهي

خُدا خَلقيو جهَانن کي رَسُولُ الله جي صدقي
اُهوئي رَحمتِ عالَم اِمامُ الاَنبِياء آهي

ذِڪر اذڪار سَڀ فانِي مُحَمَّد جو ذِڪر باقي
سَبَبَ هي ٿيو جو خُود الله [illegible] ڪندن ٿي نعت خوان آهي

صُبح سَانجهي سدائين سَڀ پڙهو صَلوٰة سَيّد تي
سڀنِ وِردن کان اعلیٰ هِي وَظِيفو بي بَها آهي

قَبر مَحشر ۽ دُنيا ۾ مَدد ڪنهن جِي نه ٿِي گهُرجي
مُعَاون عبد جو هَردَم رَسُولِ دو جهان آهي

عَبدُهٗ عبدالوحيد سرهندي عُفِيَ عَنهُ

دارالارشاد درگاه ٽنڊو سائينداد

۰۳ آگسٽ ۱۹۹۵ ء

٤٨٦
٩٢

# اِنْتِسَابُ:-

دَلَائِلُ الْخَيْرَاتِ جي هن
سنڌي ترجمي کي آئون پنهنجي
اَهليه والده عُرْوَة الْوُثقیٰ جان
(سلمهاربها) جي نالي ڏانهن
مَنسوب ڪريان ٿو. منهنجي
دعا آهي ته ربّ العٰلمين (جل جلاله)
بطفيل رحمة للعٰلمين (صلى الله عليه وسلم)
مرحومه کي جَنّةُ الْفِردَوْسِ عطا
فرمائي. آمين.

اين دُعا از مَن و از جُملہ جهان آمين باد

عبدالوحيد عفى عنه

٢٣ جمادي الثاني سن ١٤١٦ هجري
٢٩ - ٩ - ٩٥


ذخيره

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

إِنَّ اللّٰهَ وَمَلٰٓئِكَتَهٗ يُصَلُّوۡنَ عَلَى النَّبِيِّ ۚ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا صَلُّوۡا عَلَيۡهِ وَسَلِّمُوۡا تَسۡلِيۡمًا

بيشڪ الله تعالیٰ ۽ ان جا فرشتا رسول عربي تي صلوٰة وسلام موڪلي رهيا آهن

اي مؤمنو! توهان به ان محبوب تي صلوٰة وسلام موڪليندا رهو

القرآن

## دلائل الخيرات

جو عام فهم تفسيري ترجمو

# بيان البركات في ترجمة دلائل الخيرات

ترجمو ڪندڙ


علامه عبد الوحيد جان سرهندي فاروقي

مدرس مدرسه مجدديه سرهنديه دار الارشاد

ٽنڊو سائينداد، نزد ٽنڊو محمد خان. ضلع حيدرآباد. سنڌ


في سبيل الله ڇپائيندڙ

قاضي عبد القدوس راجڙ

بقلم ٩٥

سمورا حق مترجم وٽ محفوظ

# بيان البركات في ترجمة دلائل الخيرات

مترجم ۽ پهريون ايڊيشن ٻه هزار ڪاپيون ڇپائي

في سبيل الله ورهائيندڙ:

صاحبزاده علامه عبدالوحيدجان سرهندي فاروقي مدظله العالى

ايڊيشن ٻيو: ٻي هزار ڪاپيون.

الله تعالىٰ ۽ سندس رسول مقبول صلى الله عليه وآله وسلم جي خوشنودي ۽ رضا حاصل ڪرڻ ۽ پنهنجي والدين ۽ عزيزن ۽ جمله مؤمنين جي ايصال ثواب خاطر ڇپائي في سبيل الله ورهائيندڙ:

قاضي عبدالقدّوس راڄڙ

سنڌي ڪتابت ۽ اشاعتي نگران:

دعائن جو طالب فقير فيض محمد سڪندري پتافي

سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو. نزد سنڌ ميوزم. حيدرآباد سنڌ.

تاريخ اشاعت:

ايڊيشن پهريون: جمادي الآخر ١٤١٦ھ / نومبر ١٩٩٥ع.

ايڊيشن ٻيو: ذوالقعد ١٤١٦ھ / اپريل ١٩٩٦ع.

ڇاپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز. ڪراچي سنڌ.

هديه: دعاءِ خير سان نوازڻ.

# فهرست


| نمبر | عنوان | صفحه |
|---|---|---|
| ۱ | مقدمه منجانب مترجم { مصنف دلائل الخيرات جي سوانح حيات، فضائلِ درود، پڙهڻ جا طريقا، فائدا ۽ اجازت. | ۵ کان ۱۹ تائين |
| ۲ | اسماءُ اللّٰهُ الحُسْنٰى | ۲۲ |
| ۳ | افتتاحي دُعا | ۳۰ |
| ۴ | مقدّمه من جانب مصنّف ڪتاب | ۳۳ |
| ۵ | درود شريف جون فضيلتون | ۳۷ |
| ۶ | اَسْمَاءُ النّبي الكريم صلى الله عليه وآله وسلم | ۶۱ |
| ۷ | دلائل الخيرات پڙهڻ جي نيّت | ۸۸ |
| ۸ | روضۂ اطهر جي تعريف (صفة الروضة) | ۹۱ |
| | دلائل الخيرات پڙهڻ جي شروعات | |
| ۹ | پهريون حصو (جمعي ڏينهن پڙهڻ گهرجي ) | ۹۴ |
| ۱۰ | ٻيو حصو (ڇنڇر 〃 〃 〃 ) | ۱۲۴ |
| ۱۱ | ٽيون حصو (آچر 〃 〃 〃 ) | ۱۵۴ |
| ۱۲ | چوٿون حصو (سومر 〃 〃 〃 ) | ۱۸۴ |
| ۱۳ | پنجون حصو (اڱاري 〃 〃 〃 ) | ۲۱۶ |
| ۱۴ | ڇهون حصو (اربع 〃 〃 〃 ) | ۲۵۲ |
| ۱۵ | ستون حصو (خميس 〃 〃 〃 ) | ۲۸۷ |
| ۱۶ | اٺون حصو (خميس 〃 〃 〃 ) | ۳۱۸ |
| ۱۷ | اختتامي دُعا (خميس 〃 〃 〃 ) | ۳۳۵ |
| ۱۸ | انتخاب از قصيده برده شريف (خميس 〃 〃 〃) | ۳۴۳ |

بسم الله الرحمٰن الرحيم

نحمده ونصلي ونسلم على حبيبه الكريم

گرامي قدر جناب قاضي عبدالقدوس راجڙ صاحب کي
اسين هي ترجمي ڪيل ڪتاب دلائل الخيرات جي
سنڌي ترجمي ، بيان البرڪات ڇپرائڻ جي
اجازت ڏيون ٿا.
اسين قاضي صاحب لاءِ هميشه دعاگو آهيون ۽
هن ڪتاب جي اشاعت تي ڪيئن دل جي خلوص
سان مبارڪ باد پيش ڪريون ٿا.

ڪاتب الحروف عبده عبدالوحيد سرهندي عفي عنه
از درگاهه مجدديه ٽنڊو سائينداد
11.4.96

بسمه سبحانه وتعالىٰ
نحمده ونصلي ونسلم على حبيبه الكريم

# مقدمه

ازقلم: عبد الوحيد سرهندي.

## مصنف دلائل الخيرات جي سوانح حيات

**نالو ۽ نسب:-** سندن نالو مبارک ابو عبدالله سيد محمد بن سليمان جُزُولِيْ رحمة الله تعالىٰ عليه آهي. پاڻ شريعت ۽ طريقت جا امام هئا ۽ وقت جا قطب الاقطاب هئا. سندن شجره نسب هن ريت آهي:- ابو عبدالله سيد محمد بن سليمان بن عبد الرحمٰن بن ابي بكر بن سليمان بن يعلىٰ بن يخلف بن موسىٰ بن علي بن يوسف بن عيسىٰ بن عبدالله بن جندر بن عبدالرحمٰن بن محمد بن احمد بن حسان بن اسمٰعيل بن جعفر بن عبدالله بن حسن بن حسين بن سيدنا علي بن ابى طالب كرم الله وجهه ورضى الله تعالىٰ عنه آهي.

جُزُولَه آفريقا جي بربر ملک جي هک شهر جو نالو آهي.

مصنف جا والد بزرگوار جزُوله ۾ رهندڙ هئا ۽ سندن شمار جَزُوله جي اميرماڻهن ۾ ٿيندو هو، مذكوره شهر جي نسبت جي كري كين سيد محمّد بن سليمان جزُولي رحمة الله عليه سڏيو وڃي ٿو.

**روحاني سلسلو ۽ علمي وسعت:** سيد محمّد بن سليمان جزُولي رحمة الله تعالیٰ عليه تصوف جي مشهور ۽ معروف سلسلي شاذِليه سان نسبت ركن ٿا. سندن تصنيفات تمام گهڻي آهي، انهيءَ جو اكثر حصو تصوّف جي موضوع تي لكيل آهي. مؤرخين لكن ٿا ته مجموعي طرح سندن شاگردن جو تعداد ويه هزار آهي، جن كي پاڻ علم تفسير علم حديث ۽ علم فقه جو درس ڏنو ائين. پاڻ پنهنجي تعليم فاس شهر مراكش (MoROCO) ۾ مكمل كيائون. ديني تعليم مكمل كرڻ كان پوءِ پاڻ رَيفُ شهر ۾ پهتا جتي سندن ملاقات وقت جي كامل ولي حضرت شيخ محمّد بن عبدالله سان ٿي ۽ اُن كان تصوّف ۽ سلوك جا روحاني سبق حاصل كيائون. وڌيك قلبي صفائي ۽ عرفان لاءِ پاڻ مسلسل چوڏهن سال عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول رهيا. سندن هٿ مبارك تي ٻارهن هزارن جي تعداد ۾ گمراهه ماڻهن بيعت كئي ۽ پنهنجن گناهن كان توبه تائب ٿيا ۽ سچي معرفت ۽ عرفان جي اعلىٰ درجي تي پهتا. سندن كرامتون مشهور ۽ معروف آهن. پاڻ هميشه سنت جا پابند رهيا ۽ سندن اكثر وقت ورد ۽ وظائف ۾ گذرندو هو.

دَلائِل الخيرات تاهڻ جو سبب:- سيد محمّد بن سليمان جزولي رحمة الله عليه هڪ دفعي سفر دوران پنهنجي شاگردن سميت جڏهن شهر فاس (مراڪش) جي هڪ علائقي ۾ پهتا ته اتي ظُهر جي نماز جو آخري وقت ٿيڻ لڳو ۽ انهي علائقي ۾ پاڻي نه هو، پاڻيءَ جي ڳولا ڪيائون، گهڻي جستجو کان پوءِ کين هڪ کوه نظر آيو. جڏهن کوه تي پهتا ته کوه جي تري ۾ ڪجهه پاڻي موجود هو پر پاڻي ڪڍڻ لاءِ رسي ۽ ڏول موجود نه هئا. مصنف دلائل الخيرات جو سخت پريشان ٿيو اوچتو سندن نظر هڪ گهر تي پئي جيڪو کوه کان ڪجهه فاصلي تي هو. سيد محمّد بن سليمان جزولي رحمة الله عليه جڏهن اُن گهر وٽ پهتا ته اتي هڪ اٺن سالن جي معصوم ڇوڪري بيٺل نظر آئي. بزرگ موصوف کي ڏسڻ شرط ڇوڪري پڇيو ته توهان هتي ڇو پريشان ٿيا آهيو. بزرگ فرمايو ته منهنجو نالو محمّد بن سليمان جزولي آهي، اسان کي هن وقت پاڻيءَ جي سخت ضرورت آهي، توهان مهرباني فرمائي ڏول ۽ رسي آڻي ڏيو ته اسين کوه مان پاڻي ڪڍون.

بزرگ موصوف جو نالو مشهور هو، سو ڇوڪري جڏهن سندن نالو ٻڌو ته چوڻ لڳي ته توهان ايترا وڏا ۽ مشهور عالمِ دين آهيو توهان کان صرف کوه مان پاڻي نه ٿو نڪري؟ ايئن چئي ڇوڪري عرض ڪيو ته توهان هلو ته آئون توهان کي کوه مان پاڻي ڪڍي ڏيان ٿي.

چوڪري کوهہ تي پهتي، بزرگ پاڻ ۽ سندن شاگرد بہ کوهہ تي موجود هئا. معصوم چوڪري کوهہ جي ڪناري تي بيهي ڪجهہ پڙهي کوهہ تي دم ڪيو تہ کوهہ جو پاڻي فورًا مٿي چڙهي آيو ۽ کوهہ جي ڪنارن کان ٻاهر نڪرڻ شروع ٿيو ۽ معصوم چوڪري پنهنجي گهر هلي وئي. فورًا بزرگ موصوف ۽ سندن شاگردن وضو ڪيو ۽ نماز ظهر ادا ڪئي. نماز کان پوءِ بزرگ کي خيال ٿيو تہ چوڪري کان پڇڻ گهرجي تہ ان کوهہ تي ڪهڙو وظيفو پڙهيو جو پاڻي ٻاهر نڪري آيو. پاڻ بزرگ چوڪريءَ جي گهر پهتا، چوڪري کي چيائون تہ توهان وٽ ڪهڙو وظيفو يا عمل آهي؟ چوڪري ٻڌائڻ کان انڪار ڪيو.

بزرگ موصوف، اُن معصوم چوڪري کي واسطا ۽ قسم وڌا چوڪري جڏهن واسطا ۽ قسم ٻڌا، تڏهن چوڻ لڳي تہ آئون فلانو درود شريف پڙهندي آهيان، هي سڀ برڪت اُن درود شريف جي آهي. بزرگ اُن درود شريف جي اجازت اُن چوڪري کان حاصل ڪئي.

انهي ڏينهن کان بزرگ کي شوق پيدا ٿيو تہ چونڊ درود شريف جي مستند صيغن تي مشتمل هڪ ڪتاب ناهجي. بزرگ پنهنجي ارادي جي تڪميل ڪئي ۽ ڪتاب دلائل الخيرات لکي پورو ڪيائون ۽ انهيءَ ۾ اهو متبرڪ درود شريف بہ درج ڪيو اٿن جيڪو ڪين

معصوم چوڪري کان عنايت ٿيو. اهو درود شريف هي آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَى السَّاقِيْ لِلنَّاسِ مِنَ الْحَوْضِ

**وصال ۽ سندن جسم سلامت رهڻ:-** حضرت سيد محمّد بن سليمان جزولي رحمة الله عليه جو وصال فجر نماز جي ٻي رڪعت جي ٻئي سجدي ۾ تاريخ ڇهين ربيع الاول سن ٨٧٠ هه ۾ ٿيو ۽ سندن جسم مبارڪ کي سُوس شهر ملڪ بربر (مراڪش) ۾ مسجد شريف جي پاسي ۾ ظُهر نماز بعد مدفون ڪيو ويو.

ستر سال گذرڻ بعد پوءِ سبيان مراڪش جي بادشاهه سندن جسم مبارڪ کي سوس شهر مان ڪڍائي مراڪش جي مشهور قبرستان رياض الفردوس ۾ مدفون ڪرايو.

سندن جسم مبارڪ کي ٻاهر ڪڍيو ويو ته ڪفن سميت سندن جسم صحيح سلامت هو. ايتري قدر جو ڪن ماڻهن جڏهن بزرگ جي جسم تي هٿ رکيو ته سندن بدن زنده ماڻهو وانگر گرم هو ۽ رت جو دورو هلي رهيو هو ۽ جسم مبارڪ مان مشڪ جي خوشبوءِ اچي رهي هئي ۽ اها مشڪ جي خوشبوءِ ميلن تائين پکڙجي وئي.

# فَضَائِل دُرُودَاز كِتَابُ رَاحَةُ الْقُلُوبُ

كتاب دلائل الخيرات
۾ اٺ حزب (حصا) آهن، روزانو هڪ حزب پڙهجي ۽ هفتي جي آخري ڏينهن يعني ستون ۽ اٺون حزب پڙهي ختمون پورو ڪجي. دلائل الخيرات پڙهڻ جا ٻه طريقا آهن، جيڪي اسان جي جد بزرگوار حضرت قبله شاه آغا مجدّدي سرهندي رحمة الله عليه پنهنجي ڪتاب راحة القلوب ۾ درج ڪيا آهن. ڪتاب رَاحَة الْقُلُوب جي عبارت نقل ڪجي ٿي:

زحادثاتِ زمانه نجات اگر طلبی      برُو درود بخواں برمحمّدؐ عربی

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ طِبِّ الْقُلُوْبِ وَدَوَائِهَا وَجَلَاءِ الْعُيُوْنِ وَشِفَائِهَا وَعَلٰى آلِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ ○

اُبَيّ بن ڪعب کان روايت آهي ته هڪڙي ڏينهن مون پنهنجي محبوب مدني حضور پُرنور سرورِ ڪائنات مخفر موجودات عَلَيْهِ الصَّلٰوة والسَّلَام جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! آئون پنهنجي ورد وظيفي جو ٽيون حصو اوهان تي درود پڙهڻ ۾ صرف ڪريان ٿو، اوهان جي ڪهڙي مرضي آهي؟ پاڻ فرمايائون "اِنْ زِدْتَ فَهُوَ خَيْرٌ لَّكَ". يعني جيڪڏهن زياده ڪندين ته تنهنجي واسطي بهتر آهي. مون عرض ڪيو ته اڌ حصو ڪريان؟ پاڻ فرمايائون "اِنْ زِدْتَ فَهُوَ خَيْرٌ لَّكَ"

ايجان به زياده ڪندين ته تنهنجي لاءِ بهتر آهي. مون عرض ڪيو ته سمورو وقت توهان تي درود پڙهڻ ۾ صرف ڪريان؟ پاڻ فرمايائون: " إِذَا يَكْفِيْ هَمُّكَ وَيُغْفَرُ ذَنْبُكَ" تڏهن تنهنجا سڀ غم لهي ويندا ۽ تنهنجا گناهه معاف ڪيا ويندا.

هي ڪا ٿوري ڀلائي آهي جو الله تعاليٰ هڪڙي ڀيري صلوٰة پڙهڻ سان ڏهه رحمتون صلوٰة پڙهندڙ تي نازل ڪري ٿو ۽ ڏهه ڀيرا صلوٰة پڙهڻ سان سوَ رحمتون نازل ڪري ٿو. ڀلا الله تعاليٰ جي رحمت کان مٿي ڪا شيءِ آهي ڇا؟ باقي ڇا گهرجي.

سڀ کان بهتر ۽ افضل صيغو درود شريف جو اهو آهي جيڪو پاڻ رسول مقبول صلى الله عليه وآله وسلم پسند فرمايو آهي ۽ اُمّت کي ٻڌايو آهي، جيڪو التحيّات کان بعد پنج وقت نماز ۾ پڙهندا آهيو. يعني: اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلىٰ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّ عَلىٰ آلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلىٰ اِبْرَاهِيْمَ وَعَلىٰ آلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ط اَللّٰهُمَّ بَارِكْ عَلىٰ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّ عَلىٰ آلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلىٰ اِبْرَاهِيْمَ وَعَلىٰ آلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ط

چونڪ اسان تي سندن تعظيم وتڪريم پڻ واجب آهي تنهنڪري سندن نالي مبارڪ سان ۽ حضرت ابراهيم جي نالي سان سيّدنا جو لفظ چوڻ ضروري آهي.

بين اوليائن ۽ عاشقانِ جمالِ محمّدي ۽ مقبولانِ درگاهِ صمدي جيڪي پنهنجي عشق ومحبت مان پنهنجي ذوق وشوق سان صلوٰتون

ناهيون ۽ چيون آهن، سي تہ لا تعداد ۽ بي شمار آهن، جن مان هڪ مشهور ۽ معروف صيغو "صَلٰوةً تُنَجِّيْنَا" هت پيش ڪريون ٿا، سو مشڪلاتن جي حل، بلائن ۽ حادثن جي دفع ۽ حاجتن جي پوري ٿيڻ لاءِ مجرّب آهي ۽ سيني عالمن بزرگن ۽ مشائخن جو معمول آهي.

سو هي آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّ عَلٰى آلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ صَلٰوةً تُنَجِّيْنَا بِهَا مِنْ جَمِيْعِ الْاَهْوَالِ وَالْاٰفَاتِ وَتَقْضِىْ لَنَا بِهَا جَمِيْعَ الْحَاجَاتِ وَ تُطَهِّرُنَا بِهَا مِنْ جَمِيْعِ السَّيِّئَاتِ وَتَرْفَعُنَا بِهَا عِنْدَكَ اَعْلَى الدَّرَجَاتِ وَتُبَلِّغُنَا بِهَا اَقْصَى الْغَايَاتِ مِنْ جَمِيْعِ الْخَيْرَاتِ فِى الْحَيٰوةِ وَبَعْدَ الْمَمَاتِ اِنَّكَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ط

شيخ عبد الحق محدث دهلوي پنهنجي ڪتاب "جَذْبُ الْقُلُوْبِ" جي پوئين باب ۾ گهڻا صيغا صلوٰتن جا فائدن ۽ فضيلت سميت ذڪر ڪيا آهن.

صلوٰة تنجينا دنيا ۽ آخرت جي سيني مشڪلن ۽ مقصدن آسان ڪرڻ لاءِ ضامن آهي. ڪاتب الحروف (شيخ عبد الحق محدث دهلوي) جي قضاءِ حاجتن ۽ مشڪلات آسان ٿيڻ جي لاءِ اصل آهي. هن درود شريف جو پڙهڻ ٻيڙي ۽ درياءُ جي آفتن جي ڇوٽڪاري لاءِ مشائخن کان منقول ۽ مجرّب آهي. پڙهڻ جو تعداد گهٽ ۾ گهٽ ٿي سؤ ٻيرا آهي نقل ڪيو اٿن تہ هڪڙي ماڻهو مشڪل واري کي هن درود جي هزار

پيري پڙهڻ جو امر ڪيو ويو. ٿي سؤ پيرا پڙهيائين ته ان جي مشڪل پوري ٿي. ان کان پوءِ هي وظيفو ٽي سؤ پيرا پڙهڻ مقرر ٿيو. اهڙيءَ طرح بعض عالمن پڻ ذڪر ڪيو آهي.

”دلائل الخيرات پڙهڻ جون ٻه ترتيبون آهن: (١) هڪ ترسومر جي ڏينهن شروع ڪجي ۽ آچر جي ڏينهن ختم ڪجي. اها ترتيب اڪثر ڇاپي دلائل الخيرات ۾ لکيل آهي ۽ عربستان ۾ معمول آهي. مديني شريف ۾ شيخ الدلائل کان انهي ترتيب جي مون کي اجازت مليل آهي.

(٢) ٻي ترتيب جيڪا اسان جي آباء و اجداد جي معمول آهي يعني حضرت قبله گاهي خواجه محـمّد حسن جان مُجدّدي قدس سره انهي ترتيب سان اجازت ڏيندا هئا سا هي آهي ته جمعي جي ڏينهن شروع ڪجي، پهرين اسماء الحُسنیٰ يعني خدا تعالیٰ جا نوانوي نالا پڙهي ۽ هرهڪ نالي سان جَلَّ جَلَالُهٗ پڙهي، پوءِ اسماء الرسول صلی الله عليه وآله وسلم پڙهي ۽ هرهڪ نالي سان سيّدنا اول ۾ ۽ صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم آخر ۾ چوي مثال طور ”سيدنا محمّد صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم، سيدنا احمد صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم“

١- جمعي ڏينهن پهريون حزب - صَلَّى اللّٰهُ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى آلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلَّمَ کان شروع ڪري ۽ حَتّٰى لَا يَكُوْنَ لَهٗ عَلٰى سُلْطَانٌ تي ختم ڪري. صفحي ٩٤ کان ١٢٣ تائين.

٢- چنڇر ڏينهن اَللّٰهُمَّ اِنِّیْ اَسْئَلُكَ مِنْ خَيْرِمَا تَعْلَمُ کان شروع ڪجي ۽ كَمَا تُحِبُّ وَتَرْضٰى لَهٗ تي ختم ڪري. صفحي ١٢٢، کان ١٥٣، تائين.

٣- آچر ڏينهن اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى رُوْحِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ - کان شروع ڪري ۽ وَاَظْهِرْهِمْ سُلْطَانًا تي ختم ڪري. صفحي ١٥٤،کان ١٨٣،تائين.

٤- سومر جي ڏينهن اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ کان شروع ڪري ۽ اَللّٰهُمَّ اسْتُرْنَا بِسِتْرِكَ الْجَمِيْلِ ثَلَاثًا تي ختم ڪري. صفحي ١٨٣، کان ٢١٥، تائين.

٥- اڱاري جي ڏينهن اَللّٰهُمَّ اِنِّیْ اَسْئَلُكَ بِحَقِّكَ الْعَظِيْمِ کان شروع ڪري ۽ لَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ الْعَلِيِّ الْعَظِيْمِ تي ختم ڪري. صفحي ٢١٦، کان ٢٥١، تائين.

٦- اربع جي ڏينهن اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى آلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّ اَعْطِهِ الْوَسِيْلَةَ کان شروع ڪري ۽ فِىْ كُلِّ يَوْمٍ اَلْفَ مَرَّةٍ تي ختم ڪري. صفحي ٢٥٢، کان ٢٨٦، تائين.

٧- خميس جي ڏينهن وَاَنْ تُصَلِّیَ عَلَيْهِ وَعَلٰى آلِهٖ عَدَدَ مَنْ سَبَّحَكَ صفحي ٢٨٧، کان شروع ڪري صفحي ٣٢٥ تائين ٧ ۽ ٨، ٻئي حزب پڙهي دلائل الخيرات پورو ڪري. ۽ جيڪڏهن ڪو نيڪ بخت سڄو دلائل الخيرات هر روز پڙهي ته نُوْرٌ عَلٰى نُوْرٍ آهي. دلائل الخيرات جي نموني سان ٻين بزرگن به صلواتن جا ڪتاب

ٿاهيا آهن. مگر شيخ محمد بن سليمان جزولي مصنف دلائل الخيرات
جي خوشنصيبي سان ڪنهن جي ريس؟ هن جو ڪلام ۽ ڪتاب
پوري دنيا ۾ شرقاً و غرباً، جنوباً و شمالاً اهڙو مقبول ۽ مشهور
ٿي ويو آهي جو روزانه لکين ڪروڙين ماڻهو پڙهن ٿا ۽ قيامت تائين
ان جو ثواب مصنف عليه الرحمة جي نامهٔ اعمال ۾ داخل ٿيندو
رهي ٿو.

علامه مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمة الله عليه

لکيو آهي ته دلائل الخيرات ۾ جتي "يَامُحَمَّد" آهي اُتي "يَارَسُوْلَ اللهُ"
چوڻ گهرجي. ڇو ته خدا تعالىٰ پنهنجي حبيب صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلم
جي اُمت کي ادب سيکاريو آهي ۽ فرمايو آهيس: "لَا تَجْعَلُوْا دُعَاءَ
الرَّسُوْلِ بَيْنَكُمْ كَدُعَاءِ بَعْضِكُمْ بَعْضًا ط يعني رسول ڪريم
عليه الصَّلوٰة وَالسَّلام کي پين ماڻهن وانگر نالو وٺي نه پُڪاريندا
وڃو. (راحة القلوب جي عبارت ختم ٿي)

## هيٺين طريقن سان دلائل الخيرات پڙهي سگهجي ٿو:

(ا) روزانو اسماء الله تعالىٰ ۽ اسماء النبی صلی الله عليه
وآله وسلم ۽ نيّت جون دُعائون وغيره صفحي ۲۲ کان
۹۱ تائين پڙهي پوءِ روزانو هڪ حزب پڙهو ۽ جڏهن
حزب مڪمل ٿئي ته ان کان پوءِ دُعاءِ اختتام صفحي ۳۳۵
کان ۳۴۲ تائين روزانو پڙهڻ گهرجي.

② آسان طريقو هي آهي ته پهرئين ته ڏينهن اسماء الله تعالیٰ ۽ اسماء الرسول صلی الله عليه وآله وسلم ۽ نيت واريون دعائون پڙهو جيڪي صفحي ٢٢ کان ٩٠ تائين آهن پوءِ باقي سمورو هفتو فقط هڪ هڪ حزب روزانو پڙهو ۽ هفتي جي آخر ۾ دُعاءِ اختتام جيڪا صفحي ٣٣٥ کان ٣٤٢ تي آهي اُها پڙهي دلائل الخيرات جو ختمو مڪمل ڪريو.

مقدمه صفحي نمبر ٣٣ کان ٦٠ تائين عربي سان گڏ سنڌي ۾ به پڙهي سمجهڻ تمام ضروري آهي.

## صلوٰة شريف پڙهڻ جو حڪم قرآن شريف مان ثابت آهي

إِنَّ اللّٰهَ وَمَلٰٓئِكَتَهٗ يُصَلُّوْنَ عَلَى النَّبِيِّ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا صَلُّوْا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوْا تَسْلِيْمًا.

ترجمو: بيشڪ الله تعاليٰ ۽ الله تعاليٰ جا ملائڪ رسولِ عربي صلی الله عليه وآله وسلم تي صلوٰتون ۽ سلام موڪلي رهيا آهن. اي مؤمنو توهان به پاڻ ڪريمن تي صلوٰتون ۽ گهڻا سلام موڪليندا رهو.“

الله تعاليٰ جا هو حڪم جيڪو نه مڃيندو ته ان لاءِ مٿين آيت سان گڏ هيءَ آيت ۾ سزا به تجويز ڪئي وئي آهي:

إِنَّ الَّذِيْنَ يُؤْذُوْنَ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ لَعَنَهُمُ اللّٰهُ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ وَاَعَدَّ لَهُمْ عَذَابًا مُّهِيْنًا. (الاحزاب. پ٢٢)

يعني بيشڪ جيڪي ماڻهو الله تعاليٰ ۽ سندس رسول اڪرم جن کي ايذاءِ ڏين

تا، انهن تي الله تعالیٰ جي دنيا ۽ آخرت ۾ لعنت آهي ۽ انهن لاءِ الله ذلت وارو عذاب تيار ڪري رکيو آهي.

درود شريف اهو متبرڪ وظيفو آهي جيڪو الله تعاليٰ ۽ فرشتا ۽ مؤمن هڪڙي ئي وقت پڙهي رهيا آهن.

## گهڻي صلوٰة پڙهندڙ پاڻ ڪريمن صلي الله عليه وآله وسلم کي قريب هوندو.

وَقَالَ رَسُوْلُ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ

اِنَّ اَوْلَى النَّاسِ بِيْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ اَكْثَرُهُمْ عَلَيَّ صَلٰوةً.

ترجمه:- رسول عربي صلى الله عليه وسلم جن فرمايو ته بيشڪ مونکي سڀني کان وڌيڪ ويجهو قيامت جي ڏينهن اهو ماڻهو هوندو جيڪو مون تي گهڻي صلوٰة پڙهندو.

من حديث شريف جي تشريح ۾ لکيو ويو آهي ته صلوٰة شريف گهڻي پڙهڻ جو تعداد بزرگن گهٽ ۾ گهٽ روزانو ٽي سؤ دفعا مقرر ڪيو آهي. (حوالو: از- قوت القلوب)

## پاڻ ڪريمن جو آواز ٻڌڻ ۽ سڃاڻڻ:

وَقِيْلَ لِرَسُوْلِ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ اَرَاَيْتَ صَلٰوةَ الْمُصَلِّيْنَ عَلَيْكَ مِمَّنْ غَابَ عَنْكَ وَمَنْ يَّأْتِيْ بَعْدَكَ مَاحَالُهُمَا عِنْدَكَ. فَقَالَ اَسْمَعُ صَلٰوةَ اَهْلِ مَحَبَّتِيْ وَ اَعْرِفُهُمْ وَتُعْرَضُ عَلَيَّ صَلٰوةُ غَيْرِهِمْ عَرْضًا.

ترجمه:- رسول عربي صلى الله عليه وآله وسلم جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو ويو ته جيڪي ماڻهو صلوٰة پڙهندڙ هوندا ۽ توهان کان پري هوندا يا توهان کان پوءِ ايندا انهن جو ڪهڙو حال هوندو. پاڻ ڪريمن ارشاد فرمايو ته محبت سان صلوٰة شريف پڙهندڙ جو آواز

آئون پاڻ بدان تہ بہ انهن کي چڱي طرح سڃاڻان ٿو ۽ محبت کان علاوه صلوٰة پڙهندڙ جي صلوٰة منهنجي اڳيان پيش ڪئي ويئي ٿي.

**قيامت جي ڏينهن سڃاڻپ:** قَالَ لَيَرِدَنَّ عَلَىَّ الْحَوْضَ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ اَقْوَامٌ مَّا اَعْرِفُهُمْ اِلَّا بِكَثْرَةِ الصَّلٰوةِ. ترجمو:- رسول عربي صلى الله عليه وآله وسلم جن ارشاد فرمايو آهي تہ قيامت جي ڏينهن حوضِ ڪوثر تي آئون گهڻيون قومون ڏسندس، جن کي آئون فقط گهڻي صلوٰة شريف پڙهڻ جي ڪري سڃاڻي وٺندس.

**مسئلہ:** دلائل الخيرات شريف جي سنڌي ۾ ترجمي پڙهڻ سان عربي عبارت پڙهڻ جيترو ثواب ملي ٿو.

---

حوالا:

١. مَزْرَعُ الْحَسَنَاتِ شَرْحُ دَلَائِلِ الْخَيْرَاتِ.
٢. مَطَالِعُ الْمُسَرَّاتِ بِجِلَاءِ دَلَائِلِ الْخَيْرَاتِ.
٣. شَرْحُ دَلَائِلِ الْخَيْرَاتِ لِشَيْخِ زَرُّوْق مَغْرِبِى.

---

## دلائل الخيرات پڙهڻ جا فائدا:

جاڻڻ گهرجي تہ دلائل الخيرات شريف درود شريف جي سڀني ڪتابن کان وڌيڪ مستند ۽ مقبول ڪتاب آهي. مشرق کان مغرب تائين دنيا جي هر علائقي ۾ دلائل الخيرات پڙهيو وڃي ٿو. هن ڪتاب جي تصنيف کان وٺي اڄ ڏينهن تائين ڪروڙن مسلمانن اربين دفعا هي مستند ڪتاب پڙهيو آهي. عالمِ اسلام ۾ قرآن شريف جي تلاوت کان پوءِ گهڻي ۾ گهڻو جيڪو ڪتاب پڙهيو وڃي ٿو سو دلائل الخيرات آهي.

الله تعالىٰ ۽ الله جي رسول صلى الله عليه وآله وسلم جي دربارمبارک ۾ هي ڪتاب نهايت مقبول آهي، اُن ڪري هن ڪتاب کي ته هان جنهن به مقصد سان پڙهندا، اهو مقصد آسان ٿي ويندو. خصوصًا هيٺين مقصدن لاءِ مجرّب ۽ مفيد آهي:

(١) الله جي پياري حبيب صلى الله عليه وآله وسلم سان نسبت قائم ٿيندي. (٢) الله جي پياري حبيب صلى الله عليه وآله وسلم جي دربارمبارک ۾ حاضري نصيب ٿيندي. (٣) دنيا ۽ آخرت جي بهتري حاصل ٿيندي. (٤) رزق ۽ روزيءَ ۾ برڪت ٿيندي. (٥) قرض جي ادائگي آسان ٿي ويندي. (٦) جسماني تندرستي ۽ شفا ملندي (٧) روحاني ترقي نصيب ٿيندي. (٨) حضور نبي ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم جن جي شفاعت نصيب ٿيندي.

## دلائل الخيرات پڙهڻ جي اجازت:

درگاهه مُجدّديه ٽنڊو سائينداد جي سجاده نشين ۽ منهنجي والد بزرگوار حضرت قبلا آغا عبدالحميد جان سرهندي مجدّدي صاحب جي طرفان سيني مريدن، مخلصن ۽ عام مسلمانن کي دلائل الخيرات پڙهڻ جي اجازت آهي.

حضرت صاحب جن جو حُڪم آهي ته ڪوشش ڪري روزانه هڪ حزب پڙهو، پر جيڪڏهن ڪو ماڻهو فرصت نه ملڻ جي ڪري حزب نه پڙهي سگهي ته پوءِ جيترو به وقت ميسر ٿئي اوترا صفحا دلائل الخيرات جا پڙهي گهرجن.

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

نحمدهٔ ونصلي ونسلم علىٰ حبيبه الكريم

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى بَدْرِ التَّمَامِ

اي منهنجا الله تون صلواة موڪل ان نبيءَ ﷺ تي جيڪي چوڏهين جي چنڊ آهن

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى نُوْرِ الظَّلَامِ

اي منهنجا الله تون صلواة موڪل ان نبيءَ ﷺ تي جيڪي اونداهيءَ ۾ سوجهرو آهن

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مِفْتَاحِ دَارِ السَّلَامِ

اي منهنجا الله تون صلواة موڪل ان نبيءَ ﷺ تي جيڪي بهشت جو دروازو کولڻ وارا آهن

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَى الشَّفِيْعِ فِيْ جَمِيْعِ الْاَنَامِ

اي منهنجا الله تون صلواة موڪل ان نبيءَ ﷺ تي جيڪي سڀني ماڻهن جي شفاعت ڪندڙ آهن

وَصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلٰى حَبِيْبِهٖ وَخَيْرِ خَلْقِهٖ سَيِّدِنَا

۽ الله تعالىٰ صلواتون ۽ سلام موڪلي رهيو آهي پنهنجي حبيب ڪريم تي جيڪي

مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ عَلَيْهِ تَسْلِيْمًا ۝

اسان جا سردار آهن ۽ سندن اولاد ۽ اصحاب تي به صلواتون موڪلي رهيو آ

كتبه عبده عبد الوحيد شهنڊي عفي عنه

ان تي ڌيان ڌيان ڏيو سائين

# دَلَآئِلُ الْخَيْرَاتِ

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ○

(الله تعاليٰ جي نالي سان شروع ڪريان ٿو جيڪو نهايت مهربان ۽ باجهارو آهي)

اَسْتَغْفِرُ اللّٰهَ الْعَظِيْمَ - ثَلٰثًا ○

آءٌ الله تعاليٰ کان پنهنجي گناهن جي بخشش طلب ڪريان ٿو - هي اکر ٽي دفعا پڙهو.

سُبْحَانَ اللّٰهِ وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ - ثَلٰثًا ○

سڀئي حمد ۽ ثنا الله تعاليٰ کي سونهين ٿي . هي اکر ٽي دفعا پڙهو.

حَسْبِيَ اللّٰهُ وَنِعْمَ الْوَكِيْلُ - ثَلٰثًا ○

الله تعاليٰ مون لاءِ ڪافي آهي ۽ اهو ئي بهترين ڪارساز آهي. هي اکر ٽي دفعا پڙهو.

اَلْاِخْلَاصُ بِاَعُوْذُ مَعَ الْبَسْمَلَةِ - ثَلٰثًا ○

سورة قُلْ هُوَ اللّٰهُ اَحَدُ اعوذ بالله ۽ بسم الله سان، ٽي دفعا پڙهو.

اَلْمُعَوَّذَتَيْنِ مَعَ الْبَسْمَلَةِ ○ اَلْفَاتِحَةُ

سورة فلق ۽ سورة الناس بسم الله سان ٽي دفعا پڙهو - اَلْحَمْدُ شريف

مَعَ الْبَسْمَلَةِ ○

بسم الله سان گڏ هڪ دفعو پڙهو.

# اسماء اللّٰه الحسنیٰ بسم اللّٰه الرحمٰن الرحيم ۝

اللّٰه تعالىٰ جا تمام سهڻا نالا آهن. اللّٰه جي نالي سان شروع ڪريان ٿو جيڪو نهايت مهربان ۽ رحم ڪرڻ وارو آهي

| | |
|---|---|
| اَللّٰهُ - جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلرَّحْمٰنُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| اللّٰه (اسم ذات) جل جلالهٗ | نهايت مهربان جل جلالهٗ |
| اَلرَّحِيْمُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْمَلِكُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| نهايت ٻاجهارو جل جلالهٗ | بادشاهن جو بادشاهه جل جلالهٗ |
| اَلْقُدُّوْسُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلسَّلَامُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| نهايت مقدّس جل جلالهٗ | ڪائنات کي سلامت رکندڙ جل جلالهٗ |
| اَلْمُؤْمِنُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْمُهَيْمِنُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| ڪائنات کي امن ڏيندڙ جل جلالهٗ | ڪائنات جو نگهبان جل جلالهٗ |
| اَلْعَزِيْزُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْجَبَّارُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| هر شيءِ تي غالب جل جلالهٗ | مخلوق جا گناهه ميٽيندڙ جل جلالهٗ |
| اَلْمُتَكَبِّرُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْخَالِقُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| (سرڪشن ظالمن لاءِ) تڪبر ڪندڙ جل جلالهٗ | پيدا ڪندڙ جل جلالهٗ |
| اَلْبَارِئُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْمُصَوِّرُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| پيدا ڪندڙ جل جلالهٗ | صورتون پيدا ڪندڙ جل جلالهٗ |

[1] اللّٰه تعالىٰ جي مقدس نالن جي سنڌي ۾ تفسيري معنىٰ لکي وئي آهي. مترجم.

59611

| | |
|---|---|
| اَلْغَفَّارُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْقَهَّارُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| گهڻو بخشيندڙ جل جلالهٗ | قادر مطلق[له] جل جلالهٗ |
| اَلْوَهَّابُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلرَّزَّاقُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| گهڻو عطا ڪندڙ جل جلالهٗ | گهڻو رزق ڏيندڙ جل جلالهٗ |
| اَلْفَتَّاحُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْعَلِيْمُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| هر مشڪل کي حل ڪندڙ جل جلالهٗ | هميشه علم رکندڙ جل جلالهٗ |
| اَلْقَابِضُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْبَاسِطُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| ظالمن تي تنگي ڪندڙ جل جلالهٗ | مخلوق تي ڪشادگي ڪندڙ جل جلالهٗ |
| اَلْخَافِضُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلرَّافِعُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| نافرمانن کي هيٺ ڪندڙ جل جلالهٗ | فرمانبردارن کي مٿاهون ڪندڙ جل جلالهٗ |
| اَلْمُعِزُّ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْمُذِلُّ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| پنهنجن کي عزت ڏيندڙ جل جلالهٗ | پراين کي ذليل ڪندڙ جل جلالهٗ |
| اَلسَّمِيْعُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْبَصِيْرُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| هميشه ٻڌندڙ جل جلالهٗ | هميشه ڏسندڙ جل جلالهٗ |
| اَلْحَكَمُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْعَدْلُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| فيصلو ڪندڙ جل جلالهٗ | عدل ڪندڙ جل جلالهٗ |

[له] تفسير جلالين.

| | |
|---|---|
| اَلْلَّطِیْفُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْخَبِیْرُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| لطف کندڙ جل جلالهٗ | هميشه خبردار جل جلالهٗ |
| اَلْحَلِیْمُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْعَظِیْمُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| نهايت بردبار جل جلالهٗ | نهايت عظيم جل جلالهٗ |
| اَلْغَفُوْرُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلشَّکُوْرُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| نهايت بخش کندڙ جل جلالهٗ | شڪرانو قبول ڪندڙ جل جلالهٗ |
| اَلْعَلِیُّ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْکَبِیْرُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| تمام مٿاهون جل جلالهٗ | تمام وڏو جل جلالهٗ |
| اَلْحَفِیْظُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْمُقِیْتُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| حفاظت ڪندڙ جل جلالهٗ | وڏي طاقت وارو جل جلالهٗ |
| اَلْحَسِیْبُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْجَلِیْلُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| حساب ڪندڙ جل جلالهٗ | وڏي جاه وجلال وارو جل جلالهٗ |
| اَلْکَرِیْمُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلرَّقِیْبُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| گھڻو ڪرم ڪندڙ جل جلالهٗ | مخلوق تي نگاهه رکندڙ جل جلالهٗ |
| اَلْمُجِیْبُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْوَاسِعُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| دعائون قبول ڪندڙ جل جلالهٗ | وسيع علم ۽ قدرت رکندڙ جل جلالهٗ |

| | |
|---|---|
| اَلْحَكِيْمُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْوَدُوْدُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| وڏي حڪمت وارو جل جلاله | گھڻي شفقت ڪندڙ جل جلاله |
| اَلْمَجِيْدُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْبَاعِثُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| وڏي شان وارو جل جلاله | رسولن کي موڪليندڙ جل جلاله |
| اَلشَّهِيْدُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْحَقُّ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| حاضر ناظر جل جلاله | حق ڪندڙ جل جلاله |
| اَلْوَكِيْلُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْقَوِيُّ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| بهترين ڪارساز جل جلاله | زبردست قوة وارو جل جلاله |
| اَلْمَتِيْنُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْوَلِيُّ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| نهايت پاڪ جل جلاله | مؤمنن جو مددگار جل جلاله |
| اَلْحَمِيْدُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْمُحْصِيْ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| گھڻو ساراهيل جل جلاله | مؤمنن جون نيڪيون ڳڻيندڙ جل جلاله |
| اَلْمُبْدِئُ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْمُعِيْدُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| ڪائنات جي ابتدا ڪندڙ جل جلاله | ڪائنات جي انتها ڪندڙ جل جلاله |
| اَلْمُحْيِيْ جَلَّ جَلَالُهٗ | اَلْمُمِيْتُ جَلَّ جَلَالُهٗ |
| زندگي ڏيندڙ جل جلاله | موت ڏيندڙ جل جلاله |

اَلْحَیُّ جَلَّ جَلَالُهٗ اَلْقَیُّوْمُ جَلَّ جَلَالُهٗ

هر مومن جي قلب کي زندهه ڪندڙ جل جلالهٗ ڪائنات کي قائم رکندڙ جل جلالهٗ

اَلْوَاجِدُ جَلَّ جَلَالُهٗ اَلْمَاجِدُ جَلَّ جَلَالُهٗ

ڳوليندڙ کي ملندڙ جل جلالهٗ وڏي شان وارو جل جلالهٗ

اَلْوَاحِدُ جَلَّ جَلَالُهٗ اَلْاَحَدُ جَلَّ جَلَالُهٗ

پنهنجي وحدانيت ۾ منفرد جل جلالهٗ پنهنجي وحدانيت ۾ يڪتا جل جلالهٗ

اَلصَّمَدُ جَلَّ جَلَالُهٗ اَلْقَادِرُ جَلَّ جَلَالُهٗ

بي نياز جل جلالهٗ وڏي قدرت رکندڙ جل جلالهٗ

اَلْمُقْتَدِرُ جَلَّ جَلَالُهٗ اَلْمُقَدِّمُ جَلَّ جَلَالُهٗ

تقدير ساز جل جلالهٗ مؤمنن کي سبقت ڏيندڙ جل جلالهٗ

اَلْمُؤَخِّرُ جَلَّ جَلَالُهٗ اَلْاَوَّلُ جَلَّ جَلَالُهٗ

نافرمانن کي پوئتي ڪندڙ جل جلالهٗ اوّل کان اوّل جل جلالهٗ

اَلْاٰخِرُ جَلَّ جَلَالُهٗ اَلظَّاهِرُ جَلَّ جَلَالُهٗ

آخر کان آخر جل جلالهٗ ظاهر کان ظاهر جل جلالهٗ

اَلْبَاطِنُ جَلَّ جَلَالُهٗ اَلْوَالِیُ جَلَّ جَلَالُهٗ

مخفي کان مخفي جل جلالهٗ لاوارثن جو وارث جل جلالهٗ

اَلْبَرُّ جَلَّ جَلَالُهٗ اَلْمُتَعَالِيْ جَلَّ جَلَالُهٗ

گهڻي ڀلائي ڪندڙ جل جلالهٗ بُلند کان بُلند جل جلالهٗ

اَلْمُنْتَقِمُ جَلَّ جَلَالُهٗ اَلتَّوَّابُ جَلَّ جَلَالُهٗ

نافرمانن کان انتقام وٺندڙ جل جلالهٗ گهڻي توبه قبول ڪندڙ جل جلالهٗ

اَلرَّءُوْفُ جَلَّ جَلَالُهٗ اَلْعَفُوُّ جَلَّ جَلَالُهٗ

نهايت شفقت رکندڙ جل جلالهٗ گهڻي معافي ڏيندڙ جل جلالهٗ

مَالِكُ الْمُلْكِ جَلَّ جَلَالُهٗ ذُوالْجَلَالِ وَالْاِكْرَامِ جَلَّ جَلَالُهٗ

ڪائنات جو مالڪ جل جلالهٗ - وڏي جلال عزت وارو جل جلالهٗ

اَلْجَامِعُ جَلَّ جَلَالُهٗ اَلْمُقْسِطُ جَلَّ جَلَالُهٗ

قيامت ۾ سڀني کي گڏ ڪندڙ جل جلالهٗ انصاف ڪندڙ جل جلالهٗ

اَلْمُغْنِيْ جَلَّ جَلَالُهٗ اَلْغَنِيُّ جَلَّ جَلَالُهٗ

بي پرواهه ڪندڙ جل جلالهٗ بي پرواهه جل جلالهٗ

اَلْمَانِعُ جَلَّ جَلَالُهٗ اَلْمُعْطِيْ جَلَّ جَلَالُهٗ

روڪيندڙ جل جلالهٗ عطا ڪندڙ جل جلالهٗ

اَلنَّافِعُ جَلَّ جَلَالُهٗ اَلضَّآرُّ جَلَّ جَلَالُهٗ

نافرمانن کي نقصان ڏيندڙ جل جلالهٗ - فرمانبردارن کي نفعو ڏيندڙ جل جلالهٗ

اَلنُّوْرُ جَلَّ جَلَالُهٗ اَلْهَادِیْ جَلَّ جَلَالُهٗ

کائنات کي منور کندڙ جل جلالهٗ هدايت ڏيندڙ جل جلالهٗ

اَلْبَدِيْعُ جَلَّ جَلَالُهٗ اَلْبَاقِیْ جَلَّ جَلَالُهٗ

نئين سِر پيدا کندڙ جل جلالهٗ هميشه بقا وارو جل جلالهٗ

اَلْوَارِثُ جَلَّ جَلَالُهٗ اَلرَّشِيْدُ جَلَّ جَلَالُهٗ

سڀني جو مالک جل جلالهٗ صحيح راهه ڏسيندڙ جل جلالهٗ

اَلصَّبُوْرُ جَلَّ جَلَالُهٗ

صبر جي توفيق ڏيندڙ جل جلالهٗ

تَمَّتْ

بِالْخَيْرِ وَالْعَافِيَةِ

وَاِذَا رَاَيْتَ النَّفْسَ مِنْكَ تَحَكَّمَتْ ۝

۽ تون جڏهن ڏسين ته منهنجو نفس مون تي حاڪم ٿيئي ٿو.

وَغَدَتْ تَقُوْدُكَ فِیْ لَظَی الشَّهَوَاتِ ۝

۽ توکي تنهنجو نفس گناهن ڏانهن ڇڪي ٿو.

فَاصْرِفْ هَوَاهَا بِالصَّلٰوةِ مُوَاظِبًا ۝

ته پوءِ تون هميشه صلوٰة پڙهي اُن نفس جا وسوسا ختم ڪر

لَاسِيَّمَا بِدَلَائِلِ الْخَيْرٰتِ ○

اُن وقت تون خصوصًا دَلائل الخَيرات مطالع ڪر.

بِدَلَآئِلِ الْخَيْرٰتِ كُنْ مُتَمَسِّكًا ○

۽ تون دلائل الخيرات کي مضبوطيءَ سان چنبڙي پوءُ.

وَالْزِمْ قِرَآءَتَهَا تَنَلْ مَا تَبْتَغِيْ ○

۽هي ڪتاب تون لازمًا پڙهاءِ جي پڙهڻ سان جيڪو تون گهرندين سو توکي ملندو

فَشَوَارِقُ الْاَنْوَارِ لَائِحَةٌ بِهَا ○

پوءِ نورانيت جي تجلي ۽ روشني انهي ڪتاب ۾ آهي.

فَالتَّرْكُ مِنْكَ لَهَا اَخِيْ لَا يَنْبَغِيْ ○

پوءِ اي منهنجا پيارا ڀاءُ، هاڻي توکي هي ڪتاب نه پڙهڻ مناسب ناهي.




# دُعَآءُ الْافْتِتَاح

دلائل الخيرات جي هي افتتاحي دُعا آهي .

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ○

الله تعالىٰ جي نالي سان شروع ڪريان ٿو جيڪو نهايت مهربان ۽ باجهارو (آهي).

وَصَلَّى اللّٰهُ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ وَ

۽ الله تعالىٰ اسان جي سردار محمّد ڪريمؐ تي ۽ سندن اولاد تي ۽

صَحْبِهٖ وَسَلَّمَ ○ اِلٰهِيْ بِجَاهِ نَبِيِّكَ

اصحابن تي صلوٰة ۽ سلام موڪلي رهيو آهي. اي منهنجا الله آئون توکان رسول

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ

عربي صلى الله عليه وسلم جي مهابي سان دُعائون گهران ٿو

عِنْدَكَ وَمَكَانَتِهٖ لَدَيْكَ وَمَحَبَّتِكَ لَهٗ

جيڪو توهان وٽ ذي شان وارو آهي ۽ توهان کي هن ڪهڙي سان محبت آهي

وَمَحَبَّتِهٖ لَكَ ۝ وَبِالسِّرِّ الَّذِىْ بَيْنَكَ

۽ اُنهي رازجي مهابي سان دُعا گهران ٿو جيڪو تنهنجي ۽ تنهنجي

وَبَيْنَهٗ ۝ اَسْئَلُكَ اَنْ تُصَلِّىَ وَتُسَلِّمَ عَلَيْهِ

حبيب جي وچ ۾ آهي. دُعاهي گهُران ٿو ته تون هميشه صلوٰتون ۽ سلام موڪل پاڻ

وَعَلٰٓى اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَضَاعِفِ اللّٰهُمَّ مَحَبَّتِىْ

ڪريمن تي ۽ سندن اولاد ۽ اصحابن تي ۽ تون منهنجي محبت کي پاڻ ڪريمن لاءِ زياده

فِيْهِ وَعَرِّفْنِىْ بِحَقِّهٖ وَرُتَبِهٖ وَوَفِّقْنِىْ

ڪر ۽ مون کي سندن حق ۽ رُتبي سڃاڻ جي توفيق عطا ڪر ۽ مون کي سندن

لِاتِّبَاعِهٖ وَالْقِيَامِ بِاَدَبِهٖ وَسُنَّتِهٖ وَاجْمَعْنِىْ

تابعداري ۽ ادب ۽ سنت جي توفيق عطا ڪر ۽ مون کي انهي ڳالهه تي

عَلَيْهِ وَمَتِّعْنِىْ بِرُؤْيَتِهٖ وَاَسْعِدْنِىْ

مطمئن ڪر ۽ مون کي سندن زيارت کان مشرف ڪر ۽ مون کي پاڻ ڪريمن سان

بِمُكَالَمَتِهٖ وَارْفَعْ عَنِّى الْعَوَآئِقَ وَالْعَلَآئِقَ

ڳالهائڻ جي سعادت نصيب ڪر ۽ مون تان علائقي پابنديون ۽

وَالْوَسَآئِطَ وَالْحِجَابَ وَشَنِّفْ سَمْعِىْ مَعَهٗ

اسباب ۽ حجاب ڪٽائي ڇڏ ۽ منهنجي ڪَن ۾ رسول عربي جي آواز مبارڪ کي

بِلَذِيْذِ الْخِطَابِ ○ وَهَيِّئْنِيْ لِلتَّلَقِّيْ مِنْهُ

ٻڌڻ جي صلاحيت پيدا ڪر. ۽ مون کي سندن ملاقات لاءِ تيار ڪر

وَاَهِّلْنِيْ لِخِدْمَتِهٖ ○ وَاجْعَلْ صَلٰوتِيْ عَلَيْهِ

۽ مون ۾ سندن خدمت ڪرڻ جي اهليت پيدا ڪر. ۽ پاڪ ڪريمن تي صلوٰة پڙهڻ جي

نُوْرًا نَّيِّرًا كَامِلًا مُّكَمَّلًا طَاهِرًا مُّطَهَّرًا

ڪري مون کي چمڪندڙ نور عطا ڪر جيڪو ڪامل ۽ مڪمل ۽ پاڪ ۽ شفاف هجي

مَّاحِيًا كُلَّ ظُلْمٍ وَّظُلْمَةٍ وَّشَكٍّ وَّشِرْكٍ

جيڪو هر هڪ ظلم ۽ اونداهي ۽ شڪ ۽ شرڪ

وَّكُفْرٍ وَّزُوْرٍ وَّوِزْرٍ وَّاجْعَلْهَا سَبَبًا

۽ ڪفر ۽ فريب ۽ گناهه کي ميٽي ڇڏي ۽ پاڪ ڪريمن تي صلوٰة پڙهڻ

لِّلتَّمَحُّصِ وَمَرْقًى لِّاَنَالَ بِهَآ اَعْلٰى

سبباں مون کي خلوص دل ۽ ترقي عطا ڪر جنهن سان آئون

مَقَامِ الْاِخْلَاصِ وَالتَّخْصِيْصِ حَتّٰى لَا

خلوص جي اعليٰ مقام ۽ خصوصيت تائين پهچي سگهان، ايتري قدر جو

يَبْقٰى فِيَّ رَبَّانِيَّةٌ لِّغَيْرِكَ وَحَتّٰٓى اَصْلُحَ

توکان سواءِ منهنجو ڪنهن ۾ به اعتقاد باقي نه رهي. ايستائين جو

لِحَضْرَتِكَ وَاَكُوْنَ مِنْ اَهْلِ خُصُوْصِيَّتِكَ

آئون تنهنجي دربار ۾ حاضر ٿيان ۽ آئون ادب سان تنهنجي

مُسْتَمْسِكًا بِاَدَبِهٖ وَسُنَّتِهٖ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ

خاص پاڻ مان ٿيان ۽ پاڻ ڪريمن صلى الله عليه وآله وسلم جي سنت

وَاَصْحَابِهٖ وَاَهْلِ بَيْتِهٖ اَجْمَعِيْنَ فِيْ كُلِّ وَقْتٍ

جي تابعداري ڪريان ۽ سندن اصحابن ۽ سڀني اهلبيتن جي هر وقت ۽ هر

وَّحِيْنٍ ○ يَا اَللّٰهُ يَا نُوْرُ يَا حَقُّ يَا مُبِيْنُ ○ ثَلٰثًا ○

گهڙي تابعداري ڪريان. يا الله يا نور يا حق يا مبين. (اهي ڪرني ٽي دفعا پڙهي)

# مُقَدِّمَه

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ

سڀئي تعريفون الله تعالى لاءِ آهن ۽ صلوٰة ۽ سلام نازل هجي اسانجي سردار محمد ڪريم تي ۽

صَحْبِهٖ وَسَلَّمَ ○ قَالَ الشَّيْخُ الْاِمَامُ الْوَلِيُّ

سندن اولاد تي ۽ سندن اصحابن تي. دلائل الخيرات جي مصنف فرمايو، جيڪو وقت جو

الْكَبِيْرُ الْقُطْبُ الشَّهِيْرُ سُلْطَانُ الْمُقَرَّبِيْنَ

امام ۽ ڪامل ولي ۽ مشهور قطب آهي، جيڪو مقرب بندن جو

وَقُطْبُ دَآئِرَةِ الْمُحَقِّقِيْنَ ۝ وَسَيِّدُ

بادشاھ ۽ محقق بندن جو قطب آھي ۽ عارفن جو سردار

الْعَارِفِيْنَ ۝ صَاحِبُ الْكَرَامَاتِ الظَّاهِرَةِ

آھي. پاڻ ظاھري ڪرامتن جا مالڪ ۽

وَالْاَسْرَارِ الْبَاهِرَةِ ۝ سَيِّدِيْ اَبُوْعَبْدِ اللهِ

مخفي رازن کي کوليندڙ آھي. يعني اسان جو سائين ابو عبد الله

مُحَمَّدُ بْنُ سُلَيْمٰنَ الْجَزُوْلِيُّ رَضِيَ اللهُ

محمد بن سليمان اَلْجَزُوْلِي رَضِيَ اللهُ تعالىٰ

عَنْهُ ۝ اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِيْ هَدٰنَا لِلْاِيْمَانِ

عنه. (پاڻ فرمائن ٿا) سڀئي تعريفون الله تعالىٰ لاءِ آھن جنھن اسان کي ايمان

وَالْاِسْلَامِ ۝ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى سَيِّدِنَا

۽ اسلام جي ھدايت نصيب ڪئي ۽ صلوٰة ۽ سلام نازل ھجن اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ نَبِيِّهِ الَّذِي اسْتَنْقَذَنَا بِهٖ مِنْ عِبَادَةِ

محمد ڪريم تي جنھن اسان کي بُتن ۽ ڪوڙن معبودن

الْاَوْثَانِ وَالْاَصْنَامِ ۝ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ

جي عبادت کان بچايو. ۽ صلوٰة وسلام سندن اولاد ۽ اصحابن تي ھجي

النُّجَبَآءِ الْبَرَرَةِ الْكِرَامِ ○ وَبَعْدَ هٰذَا

جيڪي وڏي فضيلت ۽ شان وارا آهن. حمد ۽ صلواة کان پوءِ لکجي ٿو ته

فَالْغَرَضُ فِيْ هٰذَا الْكِتَابِ ذِكْرُ الصَّلٰوةِ عَلَى

هن ڪتاب جو مقصد هي آهي ته صلواة شريف جا فضائل بيان ڪجن. صلواتون

النَّبِيِّ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ وَفَضَآئِلُهَا

جيڪي رسولِ عربي صلي الله عليه وسلم لئي پڙهجن ٿيون.

نَذْكُرُهَا مَحْذُوْفَةَ الْاَسَانِيْدِ لِيَسْهُلَ

اسين هن ڪتاب ۾ صلواتن جون سَنَد ون ازڪريءَ ٿا آيتون ته ياد ڪندڙن

حِفْظُهَا عَلَى الْقَارِئِ وَهِيَ مِنْ اَهَمِّ الْمُهِمَّاتِ

کي ڪتاب ياد ڪرڻ ۾ آساني ٿئي ۽ اها اهم ضرورت آهي

لِمَنْ يُّرِيْدُ الْقُرْبَ مِنْ رَّبِّ الْاَرْبَابِ ○

اُن ماڻهو لاءِ جيڪو رب العالمين جو قرب حاصل ڪرڻ چاهي ٿو.

وَسَمَّيْتُهٗ بِكِتَابِ دَلَآئِلِ الْخَيْرٰتِ وَشَوَارِقِ

۽ مون انهيءَ ڪتاب جو نالو دَلَائِلُ الْخَيْرَاتِ وَشَوَارِقُ الْاَنْوَارِ

الْاَنْوَارِ فِيْ ذِكْرِ الصَّلٰوةِ عَلَى النَّبِيِّ الْمُخْتَارِ ○

فِيْ ذِكْرِ الصَّلٰوةِ عَلَى النَّبِيِّ الْمُخْتَارِ تجويز ڪيو آهي.

اِبْتِغَاءً لِمَرْضَاتِ اللّٰهِ تَعَالٰى وَمَحَبَّةً فِي

الله تعالىٰ جي رضا مندي ۽ رسولِ عربي ﷺ جي محبت حاصل ڪرڻ لاءِ

رَسُوْلِهِ الْكَرِيْمِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ صَلَّى اللّٰهُ

جيڪي وڏي شان وارا رسول آهن ۽ اهي اسان جا سردار محمّد ڪريم صلي الله

عَلَيْهِ وَسَلَّمَ تَسْلِيْمًا ○ وَاللّٰهُ الْمَسْئُوْلُ اَنْ

عليه و آله وسلم آهن. ۽ الله تعالىٰ کان دُعا گهرجي ٿي

يَّجْعَلَنَا لِسُنَّتِهٖ مِنَ التَّابِعِيْنَ ○ وَلِذَاتِهِ

تہ اسان کي پاڻ ڪريمن جي سُنّت جو تابعدار بنائي ۽ سندن ذات

الْكَامِلَةِ مِنَ الْمُحِبِّيْنَ ○ فَاِنَّهٗ عَلٰى ذٰلِكَ

مقدس جي اسان کي محبت نصيب ڪري. بوءِ بيشڪ الله تعالىٰ هن دُعا کي

قَدِيْرٌ ○ لَآ اِلٰهَ غَيْرُهٗ وَلَا خَيْرَ اِلَّا خَيْرُهٗ ○

قبول ڪرڻ تي قادر آهي. الله تعالىٰ کانسواءِ ڪو معبود ناهي ۽ سڀئي خير الله تعالىٰ وٽ آهن.

وَهُوَ نِعْمَ الْمَوْلٰى وَنِعْمَ النَّصِيْرُ ○ وَلَا

۽ اهو الله تعالىٰ بهترين مالڪ ۽ بهترين مددگار آهي. ۽ ڪا بہ

حَوْلَ وَلَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ الْعَلِيِّ الْعَظِيْمِ ○

طاقت ۽ ڪا بہ قوة الله کان سواءِ ناهي ۽ الله تعالىٰ بلند ۽ عظمت وارو آهي.

# فصل في فضل الصلوٰة على النبي

هن عنوان ۾ انهن صلوات جي فضيلت بيان ڪجي ٿي جيڪي رسول عربي

صلى الله عليه وسلم ۝ قال الله عز و

صلى الله عليه وسلم تي پڙهجن ٿيون . الله تبارڪ وتعالیٰ ارشاد

جل إن الله وملٰئكته يصلون على

فرمايو - بيشڪ الله تعالیٰ ۽ الله جا ملائڪ رسول عربي تي صلوٰة

النبي يٰأيها الذين اٰمنوا صلوا عليه و

و سلام موڪلي رهيا آهن . اي مؤمنو توهان به پاڻ ڪريمن تي صلوٰة ۽ سلام

سلموا تسليما ۝ ويروى أن رسول

گهڻي تعداد ۾ پڙهندا رهو . حديث شريف ۾ ذڪر آهي ته بيشڪ رسول الله

الله صلى الله عليه وسلم جاء ذات

صلى الله عليه وسلم جن هڪ ڏينهن تشريف فرما ٿيا

يوم والبشرى ترى في وجهه فقال

۽ خوشي سندن رخ انور مان ظاهر ٿي رهي هئي . پوءِ پاڻ ڪريمن فرمايو

إنه جاءني جبريل عليه السلام فقال

بيشڪ مون وٽ هينئر هينئر جبرئيل امين آيو ۽ مون کي چيائين ته ڇا توهان

لِي أَمَا تَرْضٰى يَا مُحَمَّدُ أَنْ لَا يُصَلِّي عَلَيْكَ

(هن ڳالهه تي) اچان خوش نه ٿاٿيو جو جيڪڏهن توهان جو ڪو به امتي

أَحَدٌ مِّنْ أُمَّتِكَ إِلَّا صَلَّيْتُ عَلَيْهِ عَشْرًا ۝

توهان تي هڪ دفعو صلوٰة پڙهي ته آءُ ان تي ڏهه دفعا صلواتون پڙهان ٿو.

وَلَا يُسَلِّمُ عَلَيْكَ أَحَدٌ مِّنْ أُمَّتِكَ إِلَّا

۽ جيڪڏهن توهان جو ڪو امتي توهان تي هڪ دفعو سلام پڙهي ته آءُ ان تي ڏهه

سَلَّمْتُ عَلَيْهِ عَشْرًا ۝ وَقَالَ صَلَّى اللّٰهُ

دفعا سلام پڙهان ٿو. ۽ پاڪ ڪريمن صلي الله عليه وسلم

عَلَيْهِ وَسَلَّمَ إِنَّ أَوْلَى النَّاسِ بِي أَكْثَرُهُمْ

جن ارشاد فرمايو ته بيشڪ مون کي سڀ کان زياده قريب اهو ماڻهو هوندو

عَلَيَّ صَلٰوةً ۝ وَقَالَ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَ

جيڪو مون تي گهڻي صلوٰة پڙهندو. ۽ پاڪ ڪريمن صلي الله عليه وسلم جن ارشاد

سَلَّمَ مَنْ صَلّٰى عَلَيَّ صَلَّتْ عَلَيْهِ الْمَلٰٓئِكَةُ

فرمايو ته جيڪو ماڻهو مون تي صلوٰة پڙهي ٿو ان تي ايستائين ملائڪ صلوٰة

مَا دَامَ يُصَلِّي عَلَيَّ فَلْيُقَلِّلْ عِنْدَ ذٰلِكَ

پڙهن ٿا جيستائين اهو مون تي صلوٰة پڙهي ٿو. پوءِ هاڻي امتي جي مرضي آهي

اَوْ لِيُكْثِرْ ○ وَقَالَ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ

مون تي توري صلواة پڙهي يا گهڻي. ۽ پاڻ ڪريمن صلي الله عليه وسلم جن ارشاد فرمايو

بِحَسْبِ الْمَرْءِ مِنَ الْبُخْلِ اَنْ اُذْكَرَ

ته سڀ کان وڏو بخيل اهو ماڻهو آهي جنهن جي اڳيان منهنجو نالو ورتو وڃي ۽

عِنْدَهٗ وَلَا يُصَلِّيْ عَلَيَّ ○ وَقَالَ صَلَّى اللّٰهُ

اهو منهنجي مٿان صلواة نه پڙهي ۰ ۽ پاڻ ڪريمن صلي الله عليه وسلم جن

عَلَيْهِ وَسَلَّمَ اَكْثِرُوا الصَّلٰوةَ عَلَيَّ يَوْمَ

ارشاد فرمايو ته جمعي جي ڏينهن منهنجي مٿان گهڻي صلواة

الْجُمُعَةِ ○ وَقَالَ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَ

پڙهو ۰ ۽ پاڻ ڪريمن صلي الله عليه وسلم جن ارشاد فرمايو ته

سَلَّمَ مَنْ صَلّٰى عَلَيَّ مِنْ اُمَّتِيْ مَرَّةً

جنهن امتي منهنجي مٿان هڪ دفعو صلواة پڙهي ته

وَّاحِدَةً كُتِبَتْ لَهٗ عَشْرُ حَسَنَاتٍ وَّ

اُن لاءِ ڏهه نيڪيون لکيون وينديون ۽ ان جا ڏهه

مُحِيَتْ عَنْهُ عَشْرُ سَيِّاٰتٍ وَّقَالَ صَلَّى

گناهه معاف ڪيا ويندا ۰ ۽ پاڻ ڪريمن صلي الله عليه وسلم

اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ مَنْ قَالَ حِيْنَ يَسْمَعُ

جن ارشاد فرمايو ته جيڪو ماڻهو اذان ۽ تڪبير ٻڌي

الْاَذَانَ وَالْاِقَامَةَ ○ اَللّٰهُمَّ رَبَّ هٰذِهِ

وقت هي دُعا پڙهي ته ان لاءِ قيامت جي ڏينهن منهنجي شفاعت واجب ٿيندي. اي منهنجا الله

الدَّعْوَةِ التَّامَّةِ وَالصَّلٰوةِ الْقَائِمَةِ

هن پڙهيءَ اذان مڪمل ٿي آهي ۽ عنقريب نماز قائم ٿيندي

اٰتِ مُحَمَّدَ ۨ الْوَسِيْلَةَ وَالْفَضِيْلَةَ وَ

يا رب العالمين تون (اسان جي سردار) محمد ڪريم کي وسيلو[1] عطا ڪر ۽ کين گهڻي فضيلت

الدَّرَجَةَ الرَّفِيْعَةَ وَابْعَثْهُ مَقَامًا

۽ بلند درجا عطا ڪر ۽ کين مقامِ محمود[2]

مَّحْمُوْدَ ۨ الَّذِيْ وَعَدْتَّهٗ حَلَّتْ لَهٗ

عطا ڪر جنهن جو تو پاڻ ڪريمن سان وعدو فرمايو آهي

شَفَاعَتِيْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ○ وَقَالَ صَلَّى اللّٰهُ

(هي دُعا هتي ختم ٿي). پاڻ ڪريمن صلى الله عليه وسلم

عَلَيْهِ وَسَلَّمَ مَنْ صَلّٰى عَلَيَّ فِيْ كِتَابٍ

جن ارشاد فرمايو ته جيڪو ماڻهو منهنجي لاءِ ڪتاب ۾ صلوٰة لکي ته

[1] وسيلو بهشت جو اعلىٰ درجو آهي. مَواهب لدنيّة. [2] مقام محمود يعني گهڻي ساراهيل جاءِ، الله تعالىٰ پنهنجي وعدي موجب قيامت جي ڏينهن جڏهن پاڻ ڪريمن کي مقام محمود عطا ڪندو ته سڀئي ٻهرين ۽ پويان (باقي ايندڙ)

لَمْ تَزَلِ الْمَلٰٓئِكَةُ تُصَلِّيْ عَلَيْهِ مَادَامَ

ته هميشه ملائڪ ان تي صلوٰة موڪلين ٿا جيستائين

اِسْمِيْ فِيْ ذٰلِكَ الْكِتَابِ ○ وَقَالَ

منهنجو نالو ان ڪتاب ۾ موجود آهي . ۽ هڪ ڪامل بزرگ

اَبُوْسُلَيْمٰنَ الدَّارَانِيُّ مَنْ اَرَادَ اَنْ يَّسْئَلَ اللّٰهَ

حضرت ابو سليمان داراني ارشاد فرمايو آهي ته جيڪو ماڻهو چاهي ته الله تعالىٰ کان

حَاجَتَهٗ فَلْيُكْثِرْ بِالصَّلٰوةِ عَلَى النَّبِيِّ صَلَّى

پنهنجي حاجت طلب ڪري ان کي گهرجي ته پاڪ ڪريمن صلى الله عليه وسلم

اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ثُمَّ يَسْئَلُ اللّٰهَ حَاجَتَهٗ

تي گهڻي صلوٰة پڙهي پوءِ الله کان پنهنجي حاجت طلب ڪري

وَلْيَخْتِمْ بِالصَّلٰوةِ عَلَى النَّبِيِّ صَلَّى اللّٰهُ

۽ دعا جو اختتام به پاڪ ڪريمن صلى الله عليه وسلم

عَلَيْهِ وَسَلَّمَ فَاِنَّ اللّٰهَ يَقْبَلُ الصَّلٰوتَيْنِ

تي صلوٰة پڙهڻ سان ڪري . پوءِ الله تعالىٰ ايئن ڪيئن ڪندو

وَهُوَ اَكْرَمُ مِنْ اَنْ يَّدَعَ مَا بَيْنَهُمَا ○ وَرُوِيَ

جو اول ۽ آخر واري صلوٰة قبول فرمائي ۽ وچ واري دعا قبول نه ڪري . ۽ پاڪ

(باقي حاشيو) ماڻهو سندن تعريف ڪندا. هن حديث ۾ پاڪ ڪريمن امتين کي حڪم فرمايو آهي ته توهان به مون لاءِ رب العٰلمين کان مقامِ محمود جي گهُر ڪريو. (از تفسير ڪبير علامه رازي) مذڪوره حڪم امتين لاءِ باعث صد افتخار و شرف آهي . ۱۲

عَنْهُ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ اَنَّهٗ قَالَ مَنْ

کريمن صلی الله عليه وسلم جن ارشاد فرمايو ته جيڪو ماڻهو

صَلّٰى عَلَيَّ يَوْمَ الْجُمُعَةِ مِائَةَ مَرَّةٍ غُفِرَتْ

هڪ سؤ دفعا جمعي جي ڏينهن مون تي صلوٰة پڙهندو ته ان جي

لَهٗ خَطِيْئَةُ ثَمَانِيْنَ سَنَةً ۝ وَعَنْ

٨٠ (اسي) سالن جا گناهه بخش ڪيا ويندا. ۽ حضرت

اَبِيْ هُرَيْرَةَ رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُ اَنَّ رَسُوْلَ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ

ابوهريره رضی الله عنه کان روايت آهي ته بيشڪ پاڪ ڪريمن صلی الله عليه وسلم

عَلَيْهِ وَسَلَّمَ قَالَ لِلْمُصَلِّيْ عَلَيَّ نُوْرٌ عَلَى الصِّرَاطِ

ارشاد فرمايو ته صلوٰة پڙهندڙ لاءِ پُل صراط تي نُور هوندو

وَمَنْ كَانَ عَلَى الصِّرَاطِ مِنْ اَهْلِ النُّوْرِ

۽ جنهن کي پُل صراط تي نور مليل هوندو ته اُهو

لَمْ يَكُنْ مِّنْ اَهْلِ النَّارِ ۝ وَقَالَ صَلَّى

دوزخين مان تي نه ٿو سگهي. ۽ پاڪ ڪريمن صلی الله عليه

اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ مَنْ نَّسِيَ الصَّلٰوةَ

وسلم ارشاد فرمايو ته جنهن منهنجي مٿان صلوٰة پڙهڻ

عَلَیَّ فَقَدْ اَخْطَا طَرِیْقَ الْجَنَّةِ وَاِنَّمَآ

کي وساري ڇڏيو پوءِ بيشڪ اهو بهشت جي رستي تان ٿڪي ويو ۽ ويس

اَرَادَ بِالنِّسْیَانِ التَّرْكَ وَاِذَا كَانَ التَّارِكُ

مان مراد صلوٰة ڇڏي ڏيڻ آهي ۽ جيڪڏهن صلوٰة ڇڏيندڙ

یُخْطِئُ طَرِیْقَ الْجَنَّةِ كَانَ الْمُصَلِّیْ عَلَیْهِ

بهشت جي رستي تان ٿڪي ويندو ته صلوٰة پڙهندڙ يقيناً بهشت

سَالِكًا اِلَی الْجَنَّةِ ○ وَفِیْ رِوَایَةِ

۾ داخل ٿي ويندو . ۽ حضرت عبد الرحمٰن بن عوف

عَبْدِ الرَّحْمٰنِ بْنِ عَوْفٍ رَّضِیَ اللّٰهُ عَنْهُ

رضي الله تعالیٰ عنه جي روايت ۾ آهي ته

قَالَ قَالَ رَسُوْلُ اللّٰهِ صَلَّی اللّٰهُ عَلَیْهِ وَ

پاڪ ڪريمن صلی الله عليه جن ارشاد فرمايو ته

سَلَّمَ جَآءَنِیْ جِبْرِیْلُ عَلَیْهِ السَّلَامُ فَقَالَ

مون وٽ جبرئيل عليه السّلام آيو، پوءِ چيائين اي

یَا مُحَمَّدُ لَا یُصَلِّیْ عَلَیْكَ اَحَدٌ مِّنْ اُمَّتِكَ

رسولِ عربي جيڪڏهن تنهنجو ڪو به امتي تنهنجي مٿان

اِلَّا صَلّٰى عَلَيْهِ سَبْعُوْنَ اَلْفَ مَلَكٍ وَّمَنْ

صلوٰة پڙهي ٿو ته ستر هزار ملائڪ اُن تي صلوٰة پڙهن ٿا ۽

صَلَّتْ عَلَيْهِ الْمَلٰٓئِكَةُ كَانَ مِنْ اَهْلِ

جنهن ماڻهو تي ملائڪ صلوٰة پڙهن ٿا ته اهو بهشتي

الْجَنَّةِ ○ وَقَالَ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ

آهي ۽ پاڪ ڪريمن صلى الله عليه وسلم ارشاد فرمايو

اَكْثَرُكُمْ عَلَىَّ صَلٰوةً اَكْثَرُكُمْ اَزْوَاجًا فِى

توهان مان جيڪو ماڻهو گهڻي صلوٰة پڙهندو اُن کي بهشت ۾ گهڻيون گهر واريون

الْجَنَّةِ ○ وَرُوِىَ عَنْهُ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ

ملنديون ۽ پاڪ ڪريمن صلى الله عليه وسلم کان روايت آهي ته

وَسَلَّمَ اَنَّهٗ قَالَ مَنْ صَلّٰى عَلَىَّ صَلٰوةً

تحقيق جنهن ماڻهو منهنجي مٿان اُن لاءِ صلوٰة پڙهي ته

تَعْظِيْمًا لِّحَقِّىْ خَلَقَ اللّٰهُ عَزَّوَجَلَّ مِنْ

منهنجي تعظيم زياده ٿئي ته الله تعالىٰ ان جي صلوٰة مان هڪ

ذٰلِكَ الْقَوْلِ مَلَكًا لَّهٗ جَنَاحٌ بِالْمَشْرِقِ

ملائڪ پيدا ڪندو. جنهنجو هڪ پر اوڀر ۾ هوندو

وَالْاٰخَرُ بِالْمَغْرِبِ وَرِجْلَاهُ مَغْرُوْرَتَانِ

ٻيو پَر اولهه ۾ هوندو ۽ ان جا پير ستن زمين جي

فِي الْاَرْضِ السَّابِعَةِ السُّفْلٰى وَعُنُقُهٗ مُلْتَوِيَةٌ

آخري سطح تي رکيل هوندا ۽ ان جو ڪنڌ عرش عظيم

تَحْتَ الْعَرْشِ يَقُوْلُ اللّٰهُ عَزَّوَجَلَّ لَهٗ صَلِّ

جي هيٺان هوندو. الله اُن ملائڪ کي فرمائيندو ته منهنجي اُن

عَلٰى عَبْدِيْ كَمَا صَلّٰى عَلٰى نَبِيِّيْ فَهُوَ

ٻانهي تي صلوٰة پڙهه جيڪو منهنجي حبيب تي صلوٰة پڙهي ٿو. پوءِ اهو ملائڪ

يُصَلِّيْ عَلَيْهِ اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ ○ وَرُوِيَ

اُن ماڻهو تي قيامت تائين صلوٰة پيو پڙهندو. ۽ پاڻ ڪريمن

عَنْهُ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ اَنَّهٗ قَالَ

صلى الله عليه وسلم کان روايت آهي ته تحقيق پاڻ ڪريمن ارشاد فرمايو

لَيَرِدَنَّ عَلَيَّ الْحَوْضَ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ اَقْوَامٌ

ته منهنجي حوض ڪوثر تي گهڻا ماڻهو ايندا آءٌ انهن کي فقط گهڻي صلوٰة

مَّآ اَعْرِفُهُمْ اِلَّا بِكَثْرَةِ الصَّلٰوةِ عَلَيَّ ○

پڙهڻ جي ڪري سڃاڻيندس (ته واقعي اهو منهنجا اُمتي آهن).

وَرُوِيَ عَنْهُ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ اَنَّهٗ

۽ پاڻ ڪريمن صلی اللّٰه عليه وسلم کان روايت ڪئي وئي تہ تحقيق

قَالَ مَنْ صَلّٰى عَلَيَّ مَرَّةً وَّاحِدَةً صَلَّى اللّٰهُ

پاڻ ڪريمن ارشاد فرمايو تہ جيڪو ماڻهو منهنجي مٿان هڪ دفعو صلوٰة

عَلَيْهِ عَشْرَ مَرَّاتٍ وَّمَنْ صَلّٰى عَلَيَّ عَشْرَ

پڙهي تہ اللّٰه تعالیٰ اُن تي ڏهہ دفعا صلوٰة پڙهي ٿو ۽ جيڪو ماڻهو منهنجي مٿان ڏهہ

مَرَّاتٍ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ مِائَةَ مَرَّةٍ وَّمَنْ

دفعا صلوٰة پڙهي ٿو، اللّٰه تعالیٰ اُن تي هڪ سؤ دفعا صلوٰة پڙهي ٿو ۽ جيڪو

صَلّٰى عَلَيَّ مِائَةَ مَرَّةٍ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ

ماڻهو منهنجي مٿان هڪ سؤ دفعا صلوٰة پڙهي ٿو، اللّٰه تعالیٰ اُن جي مٿان

اَلْفَ مَرَّةٍ وَّمَنْ صَلّٰى عَلَيَّ اَلْفَ مَرَّةٍ

هڪ هزار دفعا صلوٰة پڙهي ٿو ۽ جيڪو ماڻهو منهنجي مٿان هڪ هزار دفعا

حَرَّمَ اللّٰهُ جَسَدَهٗ عَلَى النَّارِ وَثَبَّتَهٗ

صلوٰة پڙهي ٿو تہ اللّٰه تعالیٰ ان جي جسم کي باهہ کان بچائيندو ۽ ان کي ڪلمہ

بِالْقَوْلِ الثَّابِتِ فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَفِي

طيّبہ تي دنيا ۾ آخرت ۾ ثابت قدم رکندو

الْاٰخِرَةِ عِنْدَ الْمَسْئَلَةِ وَاَدْخَلَهُ الْجَنَّةَ

۾ ان کي سوال جواب وقت ثابت قدم رکندو ۽ ان کي بهشت ۾ داخل کندو

وَجَآءَتْ صَلٰوتُهٗ عَلٰى نُوْرٍ لَّهٗ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ

۽ قيامت جي ڏينهن پل صراط تي اها صلوٰة ان ماڻهو لاءِ نورانيت

عَلَى الصِّرَاطِ مَسِيْرَةَ خَمْسِ مِائَةِ عَامٍ وَّ

پيدا ڪندي (آساني سان پار ٿيندو) ۽ پل صراط پنج سؤ سالن جو پنڌ آهي ۽

اَعْطَاهُ اللّٰهُ بِكُلِّ صَلٰوةٍ صَلَّاهَا عَلَيَّ

هرهڪ صلوٰة جيڪا اُن دنيا ۾ پڙهي هوندي الله تعالیٰ ان جي عيوض ڪيس

قَصْرًا فِي الْجَنَّةِ قَلَّ ذٰلِكَ اَوْكَثُرَ ○

بهشت ۾ ماڙي عطا ڪندو. ٿوري صلوٰة پڙهي يا گهڻي پڙهي .

وَقَالَ النَّبِيُّ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ مَا

۽ پاڪ ڪريمن صلی الله عليه وسلم ارشاد فرمايو ته جيڪڏهن

مِنْ عَبْدٍ صَلّٰى عَلَيَّ اِلَّا خَرَجَتِ الصَّلٰوةُ

ڪو به ٻانهو منهنجي مٿان صلوٰة پڙهي ٿو ته فورًا اها صلوٰة اُن جي

مُسْرِعَةً مِّنْ فِيْهِ فَلَا يَبْقٰى بَرٌّ وَّلَا بَحْرٌ

وات مان نڪري ٿي پوءِ ڪا به زمين ۽ ڪو به سمنڊ

وَلَا شَرْقٌ وَّلَا غَرْبٌ اِلَّا وَنَمٌّ بِهٖ وَ

۽ ڪو حصو زمين جو باقي نه ٿو رهي مگر اها صلواة اتان مٿي ٿي ۽

تَقُوْلُ اَنَا صَلٰوةُ فُلَانِ بْنِ فُلَانٍ صَلّٰى

چوي ٿي ته آئون فلاڻي پٽ فلاڻي جي صلواة آهيان

عَلٰى مُحَمَّدِنِ الْمُخْتَارِ خَيْرِ خَلْقِ اللّٰهِ فَلَا

جيڪا هن، صاحب اختيار رسول تي پڙهي آهي جيڪي ساري مخلوق کان بهتر آهن

يَبْقٰى شَيْءٌ اِلَّا وَصَلّٰى عَلَيْهِ وَيُخْلَقُ مِنْ

پوءِ اهڙي ڪا به شيءِ باقي نه ٿي رهي جيڪا اُن تي صلواة نه ٿي پڙهي

تِلْكَ الصَّلٰوةِ طَائِرٌ لَّهٗ سَبْعُوْنَ اَلْفَ

۽ انهيءَ صلواة مان هڪ پکي پيدا ڪيو ويندو جنهن کي ستر هزار پر

جَنَاحٍ فِيْ كُلِّ جَنَاحٍ سَبْعُوْنَ اَلْفَ رِيْشَةٍ

هوندا. هر هڪ پَر ۾ ستر هزار کنڀ هوندا.

فِيْ كُلِّ رِيْشَةٍ سَبْعُوْنَ اَلْفَ رَاْسٍ

هر هڪ کنڀ ۾ ستر هزار مٿا هوندا.

فِيْ كُلِّ رَاْسٍ سَبْعُوْنَ اَلْفَ وَجْهٍ فِيْ

هر هڪ مٿي ۾ ستر هزار مُنهن هوندا

كُلِّ وَجْهٍ سَبْعُوْنَ اَلْفَ فَمٍ فِيْ كُلِّ فَمٍ

هر هڪ منهن ۾ ستر هزار وات هوندا. هر هڪ وات ۾

سَبْعُوْنَ اَلْفَ لِسَانٍ فِيْ كُلِّ لِسَانٍ

ستر هزار زبانون هونديون. هر هڪ زبان ۾ ستر هزار ٻوليون

يُسَبِّحُ اللّٰهَ تَعَالٰى بِسَبْعِيْنَ اَلْفَ لُغَاتٍ

سا الله تعالىٰ جي تسبيح پڙهــــندو.

وَيَكْتُبُ اللّٰهُ لَهٗ ثَوَابَ ذٰلِكَ كُلِّهٖ ۝

۽ الله تعالىٰ اُن صلوٰة پڙهندڙ مؤمن لاءِ اهو سمورو ثواب لکرائيندو.

وَعَنْ عَلِيِّ بْنِ اَبِيْ طَالِبٍ رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُ

۽ امير المؤمنين حضرت علي ابن ابي طالب رضي الله عنه کان

قَالَ قَالَ رَسُوْلُ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَ

روايت آهي، رسول الله صلى الله عليه وسلم جن ارشاد فرمايو ته

سَلَّمَ مَنْ صَلّٰى عَلَيَّ يَوْمَ الْجُمُعَةِ مِائَةَ

جنهن ماڻهو منهنجي مٿان جمعي جي ڏينهن هڪ سؤ دفعا صلوٰة پڙهي

مَرَّةٍ جَاءَ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ وَمَعَهٗ نُوْرٌ لَّوْ قُسِمَ

اهو قيامت جي ڏينهن ايندو ۽ اُن سان گڏ (ايترو گهڻو) نور هوندو جيڪڏهن

ذٰلِكَ النُّوْرُ بَيْنَ الْخَلْقِ كُلِّهِمْ لَوَسِعَهُمْ ○

اهو نور ساري مخلوق ۾ ورهايو وڃي ته سيني کي پورو پئجي ويندو.

ذُكِرَ فِيْ بَعْضِ الْاَخْبَارِ مَكْتُوْبٌ عَلٰى

حديث شريف ۾ ايئن به آيل آهي ته عرش عظيم جي

سَاقِ الْعَرْشِ مَنِ اشْتَاقَ اِلَيَّ رَحِمْتُهٗ

پائي تي هي لکيل آهي ته جيڪو بانهو مون سان محبت رکندو آئون ان تي رحم ڪندس

وَمَنْ سَاَلَنِيْ اَعْطَيْتُهٗ وَمَنْ تَقَرَّبَ اِلَيَّ

۽ جيڪو مون کان سوال ڪندو آئون ان کي ڏيندس ۽ جيڪو ماڻهو منهنجي حبيب تي صلوٰة

بِالصَّلٰوةِ عَلٰى حَبِيْبِيْ مُحَمَّدٍ غَفَرْتُ لَهٗ ذُنُوْبَهٗ

پڙهي منهنجو قرب حاصل ڪرڻ چاهيندو آئون ان جا سمورا گناهه معاف

وَلَوْ كَانَتْ مِثْلَ زَبَدِ الْبَحْرِ ○ وَرُوِيَ

ڪندس جيتوڻيڪ اهي سمنڊ جي گجي جيترا هجن. ۽ اصحابن

عَنْ بَعْضِ الصَّحَابَةِ رِضْوَانُ اللّٰهِ عَلَيْهِمْ

سڳورن رضي الله تعالىٰ عنهم اجمعين کان روايت

اَجْمَعِيْنَ اَنَّهٗ قَالَ مَا مِنْ مَّجْلِسٍ

آهي ته هر اها مجلس جنهن ۾ پاڻ ڪريمن

يُصَلّٰى فِيْهِ عَلٰى مُحَمَّدٍ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ

صلى الله عليه وسلم تي صلوٰة پڙهي وڃي ٿي

وَسَلَّمَ اِلَّا قَامَتْ مِنْهُ رَآئِحَةٌ طَيِّبَةٌ

ته ان مجلس مان هڪ خوشبودار هوا پيدا ٿئي

حَتّٰى تَبْلُغَ عِنَانَ السَّمَآءِ فَتَقُوْلُ

ٿي جيڪا آسمان جي ڪنارن تائين پهچي ٿي . پوءِ ملائڪ

الْمَلٰٓئِكَةُ هٰذَا مَجْلِسٌ صُلِّيَ فِيْهِ عَلٰى

اعلان ڪن ٿا ته هي خوشبوءِ ان مجلس جي آهي، جنهن ۾ رسول عربي

مُحَمَّدٍ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ○ ذُكِرَ

صلى الله عليه وسلم تي صلوٰة پڙهي وئي آهي . حديث

فِيْ بَعْضِ الْاَخْبَارِ اَنَّ الْعَبْدَ الْمُؤْمِنَ

۾ مذڪور آهي ته بيشڪ مؤمن مرد يا

اَوِ الْاَمَةَ الْمُؤْمِنَةَ اِذَا بَدَاَ بِالصَّلٰوةِ

مؤمن عورت جنهن وقت پاڪ ڪريمن صلى الله عليه وسلم

عَلٰى مُحَمَّدٍ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ فُتِحَتْ

تي صلوٰة پڙهن ٿا ته (انهن لاءِ) عرش عظيم تائين

لَهٗ اَبْوَابُ السَّمَآءِ وَالسُّرَادِقَاتُ حَتّٰٓى اِلَى

آسمانن جا دروازا ۽ پردا کوليا وڃن ٿا . ايستائين جو

الْعَرْشِ فَلَا يَبْقٰى مَلَكٌ فِى السَّمٰوٰتِ

ڪو به اهڙو ملائڪ آسمانن ۾ باقي نه ٿو

اِلَّا صَلّٰى عَلٰى مُحَمَّدٍ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ

رهي جيڪو پاڻ ڪريمن صلی الله عليه وسلم تي صلوٰة نه ٿو پڙهي

وَيَسْتَغْفِرُوْنَ لِذٰلِكَ الْعَبْدِ اَوِ الْاَمَةِ

۽ ان مؤمن يا مؤمنياڻي لاءِ بخشش جي دعا نه ٿو گهري

مَا شَآءَ اللّٰهُ ○ وَقَالَ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ

جيستائين الله انهي کي چاهي ٿو. ۽ پاڻ ڪريمن صلی الله عليه وسلم ارشاد فرمايو

مَنْ عَسُرَتْ عَلَيْهِ حَاجَةٌ فَلْيُكْثِرْ

جنهن مؤمن کي ڪا تڪليف پهچي ته پوءِ ان کي گهرجي ته منهنجي مٿان

بِالصَّلٰوةِ عَلَىَّ فَاِنَّهَا تَكْشِفُ الْهُمُوْمَ وَ

گهڻي صلوٰة پڙهي پوءِ بيشڪ اها صلوٰة سندس ڏک ۽

الْغُمُوْمَ وَالْكُرُوْبَ وَتُكْثِرُ الْاَرْزَاقَ وَ

غم ۽ تڪليفون لاهي ڇڏيندي ۽ رزق ۾ برڪت ٿيندي

تَقْضِى الْحَوَآئِجَ ○ وَعَنْ بَعْضِ الصّٰلِحِيْنَ

ڏيان جون ضرورتون پوريون ٿينديون. ۽ هڪ بزرگ نقل ڪري ٿو ته

اَنَّهٗ قَالَ كَانَ لِىْ جَارٌ نَّسَّاخٌ فَمَاتَ فَرَاَيْتُهٗ

هڪ ڪاتب منهنجو پاڙيسري هو جيڪو فوت ٿي ويو

فِى الْمَنَامِ فَقُلْتُ لَهٗ مَا فَعَلَ اللّٰهُ بِكَ

پوءِ مون اُن کي خواب ۾ ڏٺو ۽ مون ان کي چيو ته الله تعالىٰ تو سان ڪهڙو

فَقَالَ غَفَرَ لِىْ فَقُلْتُ لَهٗ فَبِمَ ذٰلِكَ

ٻـ ـڌاڪيو، اُن چيو ته رب العٰلمين مون کي بخش ڪري ڇڏيو، مون چيو مانس ته تنهنجي

فَقَالَ كُنْتُ اِذَا كَتَبْتُ اِسْمَ مُحَمَّدٍ صَلَّى

بخشش ڪهڙي سبب جي ڪري ٿي، چيائين منهنجو معمول هو ته جڏهن به پاڻ ڪريمن صلى الله

اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ فِىْ كِتَابٍ صَلَّيْتُ عَلَيْهِ

عليه وسلم جو نالو مبارڪ ڪنهن ڪتاب ۾ لکندو هوس ته اُن وقت پاڻ ڪريمن تي صلوٰة لکندو

فَاَعْطَانِىْ رَبِّىْ مَا لَا عَيْنٌ رَاَتْ وَلَآ اُذُنٌ

هوس. پوءِ الله تعالىٰ مون کي اهي نعمتون عطا ڪيون آهن جن کي ڪنهن اک نه

سَمِعَتْ وَلَا خَطَرَ عَلٰى قَلْبِ بَشَرٍ ○ وَعَنْ

ڏٺو ۽ ڪنهن ڪن نه ٻڌو ۽ انسان جي دل ۾ ڪڏهن ان جو تصور به نه آيو هوندو ۽ حضرت

اَنَسٍؓ اَنَّهٗ قَالَ قَالَ رَسُوْلُ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ

انس رضی اللہ عنہ کان روايت آهي پاڻ ڪريمن صلی اللہ عليه وسلم ارشاد

عَلَيْهِ وَسَلَّمَ لَا يُؤْمِنُ اَحَدُكُمْ حَتّٰٓى

فرمايو تيستائين ڪو بہ ماڻهو مؤمن ناهي جيسين آئون

اَكُوْنَ اَحَبَّ اِلَيْهِ مِنْ نَّفْسِهٖ وَمَالِهٖ وَ

(رسول عربي) انَ کي سندس جان ۽ مال ۽ اولاد

وَلَدِهٖ وَوَالِدِهٖ وَالنَّاسِ اَجْمَعِيْنَ ۝ وَ

۽ پيءُ ماءُ ۽ سڀني ماڻهن کان وڌيڪ محبوب ناهيان ۽ حضرت امير عمر جي

فِيْ حَدِيْثِ عُمَرَؓ اَنْتَ اَحَبُّ اِلَيَّ يَا رَسُوْلَ

هڪ حديث ۾ ايئن بہ آهي تہ حضرت عمر رضی اللہ عنہ عرض ڪيو يا رسول اللہ توهان

اللّٰهِ مِنْ كُلِّ شَيْءٍ اِلَّا نَفْسِي الَّتِيْ بَيْنَ

مون کي منهنجي جان کان علاوه باقي پين سمورن شين کان وڌيڪ

جَنْبَيَّ فَقَالَ لَهٗ عَلَيْهِ الصَّلٰوةُ وَ

محبوب آهيو. پاڻ ڪريمن عليه الصلوٰة والسلام فرمايو

السَّلَامُ لَا تَكُوْنُ مُؤْمِنًا حَتّٰٓى اَكُوْنَ اَحَبَّ

تيسين ڪو بہ ماڻهو مؤمن ناهي جيسين آئون (رسول عربي) انکي سندس

اِلَيْكَ مِنْ نَّفْسِكَ فَقَالَ عُمَرُ رض وَالَّذِىٓ

جان کان وڌيڪ محبوب ناهيان. پوءِ امير عمر عرض ڪيو مون کي قسم

اُنْزِلَ عَلَيْكَ الْكِتٰبَ لَاَنْتَ اَحَبُّ اِلَيَّ

آهي ان رب العلمين جو جنهن توهان تي قرآن ڪريم نازل ڪيو آهي ته هينئر توهان

مِنْ نَّفْسِى الَّتِىْ بَيْنَ جَنْبَىَّ فَقَالَ

مون کي پنهنجي جان کان به وڌيڪ محبوب آهيو. رسول عربي

رَسُوْلُ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ اَلْاٰنَ

صلى الله عليه وسلم ارشاد فرمايو اي عمر

يَا عُمَرُ تَمَّ اِيْمَانُكَ ○ وَقِيْلَ لِرَسُوْلِ اللّٰهِ

هينئر تنهنجو ايمان مڪمل ٿيو[1] ۽ رسول عربي صلى الله عليه وسلم

صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ مَتٰىٓ اَكُوْنُ مُؤْمِنًا

جي خدمت ۾ عرض ڪيو ويو ته آئون ڪڏهن مؤمن ٿيندس

وَفِىْ لَفْظٍ اٰخَرَ مُؤْمِنًا صَادِقًا قَالَ اِذَآ

۽ ٻي حديث ۾ آهي ته سچو مؤمن ڪڏهن ٿيندس، پاڻ ڪريم

اَحْبَبْتَ اللّٰهَ فَقِيْلَ وَمَتٰىٓ اُحِبُّ اللّٰهَ قَالَ

فرمايو جڏهن تون الله سان محبت رکندين، عرض ڪيو ويو الله سان محبت ڪيئن رکي سگهجي

[1] حقوق الله يا حقوق العباد ادا ڪرڻ کان پهرين ايمان مڪمل تڏهن ٿيندو جڏهن رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم جن اقا پنهنجي جان مال ۽ اولاد وغيره کان به زياده محبت هجي. (مترجم)

إِذَا أَحْبَبْتَ رَسُوْلَهٗ فَقِيْلَ وَمَتٰى أُحِبُّ

ٿي پاڪ ﷺ کي عرض ڪيو ويو الله جي رسول ﷺ سان محبت رکندس. فرمايو جڏهن تون الله جي رسول ﷺ سان محبت رکندين

رَسُوْلَهٗ قَالَ إِذَا اتَّبَعْتَ طَرِيْقَتَهٗ وَ

ڪيئن محبت رکي سگهجي ٿي پاڪ ﷺ فرمايو جڏهن تون سندن طريقي ۽ سنت

اسْتَعْمَلْتَ بِسُنَّتِهٖ وَأَحْبَبْتَ بِحُبِّهٖ وَ

تي عمل ڪندين ۽ تون انهن سان محبت رک جنهن سان پاڪ ڪريم ﷺ کي محبت آهي

أَبْغَضْتَ بِبُغْضِهٖ وَوَالَيْتَ بِوَلَايَتِهٖ وَ

۽ تون انهن سان بغض رک جنهن سان پاڪ ڪريم ﷺ کي بغض آهي ۽ تون انهن سان دوستي رک جنهن سان

عَادَيْتَ بِعَدَاوَتِهٖ وَيَتَفَاوَتُ النَّاسُ

پاڪ ڪريم ﷺ جن دوستي رکن ٿا ۽ انهن سان دشمني رک جنهن سان پاڪ ڪريم ﷺ دشمني رکن ٿا ۽ ماڻهن

فِي الْإِيْمَانِ عَلٰى قَدْرِ تَفَاوُتِهِمْ فِيْ

جي ايمان ۾ فرق آهي ۽ اهو فرق منهنجي محبت جي ڪري آهي

مَحَبَّتِيْ وَيَتَفَاوَتُوْنَ فِي الْكُفْرِ عَلٰى قَدْرِ

۽ ڪفر ۾ به ماڻهن ۾ فرق آهي اهو به مون سان بغض رکــــڻ

تَفَاوُتِهِمْ فِيْ بُغْضِيْ أَلَا لَا إِيْمَانَ لِمَنْ لَا

جي ڪري آهي . خبردار انهن ماڻهو جو ڪو به ايمان ناهي

مَحَبَّةَ لَهٗ ۝ اَلَا لَآ اِيْمَانَ لِمَنْ لَّا مَحَبَّةَ

جنهن کي مون سان محبت ناهي. خبردار اُن ماڻهوءَ جو ڪو به ايمان ناهي جنهن کي مون سان

لَهٗ ۝ اَلَا لَآ اِيْمَانَ لِمَنْ لَّا مَحَبَّةَ لَهٗ ۝

محبت ناهي. خبردار اُن ماڻهوءَ جو ڪو به ايمان ناهي جنهن کي مون سان محبت ناهي.

وَقِيْلَ لِرَسُوْلِ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ

۽ رسول عربي صلى الله عليه وسلم کي عرض ڪيو ويو ته ڪو مؤمن اهو

نَرٰى مُؤْمِنًا يَّخْشَعُ وَمُؤْمِنًا لَّا يَخْشَعُ

آهي جيڪو الله جو خوف رکي ٿو ۽ ڪو مؤمن الله جو خوف نه ٿو رکي

مَا السَّبَبُ فِيْ ذٰلِكَ فَقَالَ مَنْ وَّجَدَ

انهيءَ جو سبب ڇا آهي؟ پاڻ ڪريمن ارشاد فرمايو جنهن ماڻهوءَ کي ايمان

لِاِيْمَانِهٖ حَلَاوَةً خَشَعَ وَمَنْ لَّمْ يَجِدْهَا

مان مٺاج حاصل ٿئي ٿو اهو خوفِ خدا رکي ٿو ۽ جنهن ماڻهوءَ کي ايمان مان مٺاج

لَمْ يَخْشَعْ فَقِيْلَ بِمَ تُوْجَدُ اَوْ بِمَ تُنَالُ

حاصل نه ٿو ٿئي اهو خوفِ خدا نه ٿو رکي. عرض ڪيو ويو ته اِها مٺاج ڪيئن ۽ ڪهڙي طرح

وَتُكْتَسَبُ قَالَ بِصِدْقِ الْحُبِّ فِى اللّٰهِ

حاصل ڪري سگهجي ٿو. پاڻ ڪريمن فرمايو الله سان سچي محبت رکڻ سان

فَقِيْلَ وَبِمَ يُوْجَدُ حُبُّ اللّٰهِ اَوْبِمَ يُكْتَسَبُ

عرض ڪيو ويو الله ﷻ سان محبت ڪيئن حاصل ڪري سگهجي ٿي

فَقَالَ بِحُبِّ رَسُوْلِهٖ فَالْتَمِسُوْا رِضَآءَ اللّٰهِ

پاڻ ڪريمن فرمايو الله جي رسول ﷺ سان محبت رکڻ سان پوءِ توهان الله ۽ الله جي رسول

وَرِضَآءَ رَسُوْلِهٖ فِيْ حُبِّهِمَا ۝ وَقِيْلَ

جو رضامندو، سندن محبت سان حاصل ڪري سگهو ٿا. ۽ پاڻ ڪريمن

لِرَسُوْلِ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ مَنْ

صلى الله عليه وسلم کي عرض ڪيو ويو ته توهان جا

اٰلُ مُحَمَّدِنِ الَّذِيْنَ اُمِرْنَا بِحُبِّهِمْ وَاِكْرَامِهِمْ

اولاد ڪهڙا آهن جن جي محبت ۽ تعظيم ۽ نيڪي لاءِ توهان

وَالْبُرُوْرِ بِهِمْ فَقَالَ اَهْلُ الصَّفَآءِ وَالْوَفَآءِ

اسان کي حڪم فرمايو آهي، پاڻ ڪريمن فرمايو، اهي اُهي مخلص سچا آهن

مَنْ اٰمَنَ بِيْ وَاَخْلَصَ فَقِيْلَ لَهٗ وَمَا

جن مون تي اخلاص سان ايمان آندو. عرض ڪيو ويو ته انهن جون

عَلَامَاتُهُمْ فَقَالَ اِيْثَارُ مَحَبَّتِيْ عَلٰى كُلِّ

نشانيون ڪهڙيون آهن. پاڻ فرمايائون ته اُهي انهن کي سڀني کان

مَحْبُوبٌ وَّاشْتِغَالُ الْبَاطِنِ بِذِكْرِي بَعْدَ

وڌيڪ محبوب هوندس ۽ انهن جي دل الله جي ذڪر کان پوءِ منهنجي ذڪر

ذِكْرِ اللّٰهِ ۝ وَفِيْ اُخْرٰى عَلَامَتُهُمْ اِدْمَانُ

(صلوٰة) سان مشغول هوندي. ۽ انهن جي ٻي نشاني اها آهي ته اهي هميشه

ذِكْرِيْ وَالْاِكْثَارُ مِنَ الصَّلٰوةِ عَلَيَّ ۝ وَقِيْلَ

منهنجو ذڪر ڪندا ۽ هميشه مون تي گهڻي صلوٰة پڙهندا. پاڻ ڪريمن

لِرَسُوْلِ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ مَنِ

صلى الله عليه و آله وسلم جن کي عرض ڪيو ويو ته ايمان ۾

الْقَوِيُّ فِي الْاِيْمَانِ بِكَ فَقَالَ مَنْ اٰمَنَ

سڀني کان وڌيڪ مضبوط ڪير آهي. پاڻ ڪريمن فرمايو جنهن ماڻهو

بِيْ وَلَمْ يَرَنِيْ فَاِنَّهٗ مُؤْمِنٌ بِيْ عَلٰى شَوْقٍ

مون کي نه ڏسڻ جي باوجود مون تي ايمان آندو، پوءِ اهو مؤمن مون سان

مِّنْهُ وَصِدْقٍ فِيْ مَحَبَّتِيْ وَعَلَامَةُ ذٰلِكَ

پيار ۽ سچائي ۽ محبت رکي ٿو ۽ ان جي نشاني هي آهي ته

مِنْهُ اَنَّهٗ يَوَدُّ رُؤْيَتِيْ بِجَمِيْعِ مَا يَمْلِكُ ۝

اهو خواب ۾ منهنجي هڪ ديدار لاءِ سموري ملڪيت قربان ڪرڻ چاهيندو.

وَفِيْ اُخْرٰى مِلْءُ الْاَرْضِ ذَهَبًا ذٰلِكَ

چاهي ان وٽ زمين جيترو سون چونه هجي . اهوئي سچو

الْمُؤْمِنُ بِيْ حَقًّا وَّالْمُخْلِصُ فِيْ مَحَبَّتِيْ

۽ مخلص مؤمن آهي ۽ منهنجي محبت

صِدْقًا ۝ وَقِيْلَ لِرَسُوْلِ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ

۾ اخلاص رکي ٿو. ۽ پاڪ ڪريمن صلى الله عليه وسلم کي عرض ڪيو ويو

وَسَلَّمَ اَرَاَيْتَ صَلٰوةَ الْمُصَلِّيْنَ عَلَيْكَ

ته چا توهان انهن صلوٰة پڙهندڙن کي ڏسو ٿا جيڪي توهان جي

مِمَّنْ غَابَ عَنْكَ وَمَنْ يَّاْتِيْ بَعْدَكَ

غير موجودگي ۾ صلوٰة پڙهن ٿا يا جيڪي توهان کان پوءِ صلوٰة

مَا حَالُهُمَا عِنْدَكَ فَقَالَ اَسْمَعُ صَلٰوةَ

پڙهندا. انهن جي صورتحال ڇا هوندي. پاڪ ڪريمن فرمايو محبت واري

اَهْلِ مَحَبَّتِيْ وَاَعْرِفُهُمْ وَتُعْرَضُ

جي صلوٰة آئون پاڻ ٻڌان ٿو ۽ آئون انهن کي چڱي طرح سڃاڻان ٿو ٻيا ڦي ٻين جي

عَلَيَّ صَلٰوةُ غَيْرِهِمْ عَرْضًا ۝

صلوٰة منهنجي دربار ۾ پيش ڪئي ويندي ٿي .

ذٰلِكَ اَسْمَاءُ سَيِّدِنَا وَنَبِيِّنَا وَمَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ

هي نالا آهن اسان جي سردار ۽ اسان جي نبي ۽ اسان جي آقا محمد كريم

صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ مِائَتَانِ وَّوَاحِدٌ وَّهِيَ هٰذِهٖ

صلى الله عليه وآله وسلم جا جيكي ٻه سؤ هڪ آهن ۽ اهي هي آهن:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ عَلٰى مَنِ اسْمُهٗ سَيِّدُنَا

اي منهنجا الله تون صلوٰة ۽ سلام ۽ بركت موكل اُن نبيءَ تي جنهن جو نالو

مُحَمَّدٌ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ

سيدنا محمد صلى الله عليه وآله وسلم آهي. اي منهنجا الله تون صلوٰة سلام

وَبَارِكْ عَلٰى مَنِ اسْمُهٗ سَيِّدُنَا اَحْمَدُ صَلَّى اللهُ

۽ بركت موكل اُن نبيءَ تي جنهن جو نالو سيدنا احمد صلى الله عليه

عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ

وآله وسلم آهي. اي منهنجا الله تون صلوٰة ۽ سلام ۽ بركت

عَلٰى مَنِ اسْمُهٗ سَيِّدُنَا حَامِدٌ صَلَّى

موكل اُن نبيءَ تي جنهن جو نالو سيدنا حامد صلى الله

اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ

عليه وآله وسلم آهي. اي منهنجا الله تون صلوٰة ۽ سلام

وَبَارِكْ عَلٰى مَنِ اسْمُهٗ سَيِّدُنَا وَمَوْلٰنَا

۽ برڪت موڪل اُن نبيﷺ تي جنهن جو نالو سيدنا

مَحْمُوْدٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

محمود صلى الله عليه وسلم آهي. اسان جا سردار

اَحِيْدٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

ماڻهن کي دوزخ کان بچائيندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

وَحِيْدٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

بي مثال زمانه شخصيت آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مَاحٍ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

ڪفر کي ختم ڪندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

حَاشِرٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

قيامت جي ڏينهن مؤمن کي گڏ ڪندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

عَاقِبٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

خاتم النبيين آهن صلى الله عليه وسلم - اسان جا سردار

طٰهٰ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

شفاعت ڪندڙ ۽ هدايت ڏيندڙ صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

يٰسٓ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

رسولن جا سردار آهن. صلى الله عليه وسلم۔ اسان جا سردار

طٰهٰ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

نهايت پاڪ آهن صلى الله عليه وسلم۔ اسان جا سردار

مُطَهَّرٌ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

عيبن کان پاڪ آهن صلى الله عليه وسلم۔ اسان جا سردار

طَيِّبٌ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

پاڪائيءَ جا صاحب آهن صلى الله عليه وسلم۔ اسان جا سردار

سَيِّدٌ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

سردارن جا سردار آهن صلى الله عليه وسلم۔ اسان جا سردار

رَسُوْلٌ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

ساري مخلوق لاءِ رسول آهن صلى الله عليه وسلم۔ اسان جا سردار

نَبِيٌّ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

غيب[1] جون خبرون ٻڌائيندڙ آهن صلى الله عليه وسلم۔ اسان جا سردار

رَسُوْلُ الرَّحْمَةِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

رحمت پريا رسول آهن صلى الله عليه وسلم۔ اسان جا سردار

[1] المفردات في غريب القرآن۔

قَيِّمٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

الله جي حڪمن کي قائم ڪندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

جَامِعٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

سڀني ڪمالن جا جامع آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مُقْتَفٍ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

سڀني پيغمبرن کان پوءِ ايندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مُقَفًّى صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

آخر ۾ ايندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

رَسُوْلُ الْمَلَاحِمِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

(نافرمانن سان) مقابلو ڪندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

رَسُوْلُ الرَّاحَةِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

امت کي راحت بخشيندڙ رسول آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

كَامِلٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

ڪامل اڪمل آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

إِكْلِيْلٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

سڀنيءَ جا سرتاج آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مُدَّثِّرُ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

چادر مبارڪ ويڙهيندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مُزَّمِّلُ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

ڪمبل مبارڪ ويڙهيندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

عَبْدُ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

الله جا پيارا عبد آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

حَبِيْبُ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

الله جا پيارا حبيب آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

صَفِيُّ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

الله جا چونڊيل نبي آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

نَجِيُّ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

الله تعالىٰ جا همراز نبي آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

كَلِيْمُ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

الله سان ڪلام ڪندڙ نبي آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

خَاتَمُ الْاَنْبِيَاءِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

خاتم النبيين آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

خَاتَمُ الرُّسُلِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

خاتم المرسلين آهن صلى الله عليه وسلم . اسان جا سردار

مُحْيِي صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ۔ سَيِّدُنَا

مرده دل انسانن کي زنده کندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مُنْجٍ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ۔ سَيِّدُنَا

سيني کي نجات ڏيندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مُذَكِّرٌ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ۔ سَيِّدُنَا

نصيحت کندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

نَاصِرٌ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ۔ سَيِّدُنَا

مؤمنن جا مددگار آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مَنْصُورٌ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ۔ سَيِّدُنَا

الله جي طرفان مدد کيل آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

نَبِيُّ الرَّحْمَةِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

رحمت وارا نبي آهن صلى الله عليه وسلم . اسان جا سردار

نَبِيُّ التَّوْبَةِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

الله ڏانهن رجوع کندڙ نبي آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

حَرِيصٌ عَلَيْكُمْ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

مؤمنن جي ايمان آڻڻ تي حريص آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مَعْلُومٌ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

سڃاتل نبي آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

شَهِيرٌ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

مشهور نبي آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

شَاهِدٌ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

حاضر ناظر نبي آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

شَهِيدٌ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

شاهدي ڏيندڙ نبي آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مَشْهُودٌ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

شاهدي ڏنل نبي آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

بَشِيرٌ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

بشارت ڏيندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مُبَشِّرٌ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

خوشخبري ڏيندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

نَذِیرٌ صَلَّی اللّٰهُ عَلَیْهِ وَسَلَّمَ۔ سَیِّدُنَا

ڊيڄاريندڙ آھن صلی اللّٰه علیه وسلم. اسان جا سردار

مُنْذِرٌ صَلَّی اللّٰهُ عَلَیْهِ وَسَلَّمَ۔ سَیِّدُنَا

ڊپ ڏياريندڙ آھن صلی اللّٰه علیه وسلم. اسان جا سردار

نُوْرٌ صَلَّی اللّٰهُ عَلَیْهِ وَسَلَّمَ۔ سَیِّدُنَا

اللّٰه جا نور آھن صلی اللّٰه علیه وسلم. اسان جا سردار

سِرَاجٌ صَلَّی اللّٰهُ عَلَیْهِ وَسَلَّمَ۔ سَیِّدُنَا

روشن سج آھن صلی اللّٰه علیه وسلم. اسان جا سردار

مِصْبَاحٌ صَلَّی اللّٰهُ عَلَیْهِ وَسَلَّمَ سَیِّدُنَا

روشن چراغ آھن صلی اللّٰه علیه وسلم. اسان جا سردار

هُدًی صَلَّی اللّٰهُ عَلَیْهِ وَسَلَّمَ۔ سَیِّدُنَا

ھدايت ڏيندڙ آھن صلی اللّٰه علیه وسلم. اسان جا سردار

مَهْدِیٌّ صَلَّی اللّٰهُ عَلَیْهِ وَسَلَّمَ سَیِّدُنَا

ھدايت ڏنل آھن صلی اللّٰه علیه وسلم. اسان جا سردار

مُنِیْرٌ صَلَّی اللّٰهُ عَلَیْهِ وَسَلَّمَ۔ سَیِّدُنَا

سراپا روشن ڪندڙ آھن صلی اللّٰه علیه وسلم. اسان جا سردار

دَاعٍ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ- سَيِّدُنَا

الله جي طرف پڪاريندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جي سردار

مَدْعُوٌّ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ- سَيِّدُنَا

کي جسماني معراج جي دعوت ڏني وئي صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مُجِيْبٌ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ- سَيِّدُنَا

عرض قبول ڪندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مُجَابٌ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ- سَيِّدُنَا

قبول ٿيل آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

حَفِيٌّ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ- سَيِّدُنَا

نهايت مهربان آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

عَفُوٌّ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ- سَيِّدُنَا

معاف ڪندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

وَلِيٌّ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ- سَيِّدُنَا

الله جا پيارا آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

حَقٌّ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ- سَيِّدُنَا

سراپا حق آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

قَوِيٌّ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

وڏي قوت وارا آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

اَمِيْنٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

امين آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مَاْمُوْنٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

امن ڏنل آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

كَرِيْمٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

گھڻو ڪرم ڪندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مُكَرَّمٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

نهايت احترام وارا آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مَكِيْنٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

وڏي مرتبي وارا آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مَتِيْنٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

نهايت پاڪ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مُبِيْنٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

بيان ڪندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مُؤَمِّلٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

اميد وار آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

وَصُولٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

الله سان ملاقات ڪندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

ذُوقُوَّةٍ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

وڏي طاقت وارا آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

ذُوحُرْمَةٍ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

وڏي احترام وارا آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

ذُومَكَانَةٍ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

وڏي شان وارا آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

ذُوعِزٍّ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

وڏي عزت وارا آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

ذُوفَضْلٍ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

وڏي ڀلائي وارا آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مُطَاعٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

امام آهن جن جي مؤمن پيروي ڪن ٿا صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مُطِيعٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

الله تعالىٰ جا فرمانبردار آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

قَدَمُ صِدْقٍ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

شفاعت ڪندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

رَحْمَةٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

سراپا رحمت آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

بُشْرٰى صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

بشارت ڏيندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

غَوْثٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

فرياد ٻڌندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

غَيْثٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

رحمت جا مينهن آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

غِيَاثٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

نهايت فرياد رس آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

نِعْمَةُ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ۔ سَيِّدُنَا

الله جي نعمت آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

هَدِيَّةُ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

الله جا هديا آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

عُرْوَةٌ وُّثْقٰى صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

وڏي شان و شوڪت وارو وسيلا آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

صِرَاطُ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

الله تعالیٰ جي سڌي وات آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

صِرَاطٌ مُّسْتَقِيْمٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

سڌي رستي تي هلائيندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

ذِكْرُ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

الله تعالیٰ جا ذڪر آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

سَيْفُ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

الله جي تلوار آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

حِزْبُ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

الله جي جماعت جا اڳواڻ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

اَلنَّجْمُ الثَّاقِبُ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

روشن ستارا آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مُصْطَفًى صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

چونڊيل نبي آهن صلى الله عليه وسلم . اسان جا سردار

مُجْتَبًى صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ - سَيِّدُنَا

برگزيده نبي آهن صلى الله عليه وسلم . اسان جا سردار

مُنْتَقًى صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ - سَيِّدُنَا

پاڪ ۽ بُلند آهن صلى الله عليه وسلم . اسان جا سردار

اُمِّيٌّ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ - سَيِّدُنَا

ساري ڪائنات جا اَصْل[1] آهن صلى الله عليه وسلم . اسان جا سردار

مُخْتَارٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ - سَيِّدُنَا

اختيار وارا نبي آهن صلى الله عليه وسلم . اسان جا سردار

اَجِيْرٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ - سَيِّدُنَا

اُجورو ڏيندڙ نبي آهن صلى الله عليه وسلم . اسان جا سردار

جَبَّارٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ - سَيِّدُنَا

ماڻهن جا گناهه ختم ڪندڙ آهن صلى الله عليه وسلم . اسان جا سردار

اَبُوالْقَاسِمِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ - سَيِّدُنَا

حضرت قاسم جا والد محترم آهن صلى الله عليه وسلم . اسان جا سردار

[1] المفردات في غرائب القرآن وتفسير ڪبير علامه رازي.

اَبُوالطَّاهِرِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

حضرت طاهر جا والد محترم آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

اَبُوالطَّيِّبِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

حضرت طيب جا والد محترم آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

اَبُو اِبْرَاهِيْمَ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

حضرت ابراهيم جا والد محترم آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جي سردار

مُشَفَّعٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

جي شفاعت قبول ڪيل آهي صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

شَفِيْعٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

شفاعت ڪندڙ نبي آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

صَالِحٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

صلاحيت وارا نبي آهن صلى الله عليه وسلم آهن. اسان جا سردار

مُصْلِحٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

مُصلح ڪرائيندڙ نبي آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مُهَيْمِنٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

محافظ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

صَادِقٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

سچ ڳالهائيندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مُصَدَّقٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

تصديق ڪيل آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

صِدْقٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

صاحب صدق نبي آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

سَيِّدُ الْمُرْسَلِيْنَ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

سيني رسولن جا سردار آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

إِمَامُ الْمُتَّقِيْنَ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

سيني پرهيزگارن جا امام آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

قَائِدُ الْغُرِّ الْمُحَجَّلِيْنَ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

سيني نمازين جي اڳواڻي ڪندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

خَلِيْلُ الرَّحْمٰنِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

الله تعالىٰ جا دوست آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

بَرٌّ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

نهايت نيڪوڪار آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مُبِرٌّ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

گھڻي نيڪي ڪندڙ آهن صلی اللّٰہ علیہ وسلم. اسان جا سردار

وَجِيْهٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

نهايت خوبصورت آهن صلی اللّٰہ علیہ وسلم. اسان جا سردار

نَصِيْحٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

گھڻي نصيحت ڪندڙ آهن صلی اللّٰہ علیہ وسلم. اسان جا سردار

نَاصِحٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

بهترين نصيحت ڪندڙ آهن صلی اللّٰہ علیہ وسلم. اسان جا سردار

وَكِيْلٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

ڪار ساز آهن صلی اللّٰہ علیہ وسلم. اسان جا سردار

مُتَوَكِّلٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

الله تي توڪل ڪندڙ آهن صلی اللّٰہ علیہ وسلم. اسان جا سردار

كَفِيْلٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

سيني کي سنڀاليندڙ آهن صلی اللّٰہ علیہ وسلم. اسان جا سردار

شَفِيْقٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

گھڻي شفقت ڪندڙ آهن صلی اللّٰہ علیہ وسلم. اسان جا سردار

مُقِيْمُ السُّنَّةِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

سنت کي قائم ڪندڙ آهن صلی الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مُقَدَّسٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

مقدّس آهن صلی الله عليه وسلم . اسان جا سردار

رُوْحُ الْقُدُسِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

پاڪائيءَ جو روح آهن صلی الله عليه وسلم. اسان جا سردار

رُوْحُ الْحَقِّ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

حق جا روح آهن صلی الله عليه وسلم. اسان جا سردار

رُوْحُ الْقِسْطِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

انصاف جا روح آهن صلی الله عليه وسلم. اسان جا سردار

كَافٍ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

ڪافي ۽ شافي آهن صلی الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مُكْتَفٍ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

ڪفايت ڪندڙ آهن صلی الله عليه وسلم. اسان جا سردار

بَالِغٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

بُلند درجي تي پهتل آهن صلی الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مُبَلِّغٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

بلند درجي تي پهچايل آهن صلی الله علیه وسلم. اسان جا سردار

شَافٍ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

بيمارن لاءِ شفا آهن صلی الله علیه وسلم. اسان جا سردار

وَاصِلٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

الله تعالیٰ سان ملاقات ڪندڙ آهن صلی الله علیه وسلم. اسان جا سردار

مَوْصُوْلٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

الله تعالیٰ جي قريب آهن صلی الله علیه وسلم. اسان جا سردار

سَابِقٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

نيڪيءَ ۾ سڀني کان اڳڀرائي ڪندڙ آهن صلی الله علیه وسلم. اسان جا سردار

سَائِقٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

امت کي جنت ڏانهن وٺي ويندڙ آهن صلی الله علیه وسلم. اسان جا سردار

هَادٍ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

هدايت ڏيندڙ آهن صلی الله علیه وسلم. اسان جا سردار

مُهْدٍ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

راهِ رباني ڏيکاريندڙ آهن صلی الله علیه وسلم. اسان جا سردار

مُقَدَّمٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

بهترين رهنما آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

عَزِيزٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

غالب آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

فَاضِلٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

سڀني کان ڀلارا آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مُفَضَّلٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

ڀلائيءَ عطا ڪيل آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

فَاتِحٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

فاتح آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مِفْتَاحٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

الله جي خزانن جي ڪنجي آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مِفْتَاحُ الرَّحْمَةِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

رحمت جي ڪنجي آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مِفْتَاحُ الْجَنَّةِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

جنت جي ڪنجي آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

عَلَمُ الْاِيْمَانِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

ايمان جي نشاني آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

عَلَمُ الْيَقِيْنِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

يقين جي نشاني آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

دَلِيْلُ الْخَيْرٰتِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

نيڪ ڪمن جا دليل آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مُصَحِّحُ الْحَسَنٰتِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

مؤمن جي نيڪين کي قبول ڪندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مُقِيْلُ الْعَثَرَاتِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

ماڻهن جي بي واجبين کي درگذر ڪندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

صَفُوْحٌ عَنِ الزَّلَّاتِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

گنهگارن سان سنئو رويو رکندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

صَاحِبُ الشَّفَاعَةِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

شفاعت ڪبرىٰ جا مالڪ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

صَاحِبُ الْمَقَامِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

مقامِ محمود جا مالڪ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

صَاحِبُ الْقَدَمِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

رهبري ۽ رهنمائي جا مالڪ آهن صلی الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مَخْصُوصٌ بِالْعِزِّ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

وڏي عزت ۽ مرتبي وارا آهن صلی الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مَخْصُوصٌ بِالْمَجْدِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

وڏي شان ۽ شوڪت وارا آهن صلی الله عليه وسلم. اسان جا سردار

مَخْصُوصٌ بِالشَّرَفِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

وڏي درجي ۽ شرف وارا آهن صلی الله عليه وسلم. اسان جا سردار

صَاحِبُ الْوَسِيلَةِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

وسيلي جا مالڪ آهن صلی الله عليه وسلم. اسان جا سردار

صَاحِبُ السَّيْفِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

تلوار مبارڪ جا مالڪ آهن صلی الله عليه وسلم. اسان جا سردار

صَاحِبُ الْفَضِيلَةِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

فضيلت جا مالڪ آهن صلی الله عليه وسلم. اسان جا سردار

صَاحِبُ الْإِزَارِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

گوڏ ڍڪيندڙ (پڌندڙ) آهن صلی الله عليه وسلم. اسان جا سردار

له بهشت جو اعلیٰ مقام آهي. مواهب لدنيه - ۱۷

صَاحِبُ الْحُجَّةِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

حُجّت جا مالڪ آهن صلی الله عليه وسلم. اسان جا سردار

صَاحِبُ السُّلْطَانِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

دليل جا مالڪ آهن صلی الله عليه وسلم. اسان جا سردار

صَاحِبُ الرِّدَآءِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

چادر ڍڪيندڙ آهن صلی الله عليه وسلم. اسان جا سردار

صَاحِبُ الدَّرَجَةِ الرَّفِيْعَةِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

بُلند درجي جا مالڪ آهن صلی الله عليه وسلم. اسان جا سردار

صَاحِبُ التَّاجِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

تاج جا مالڪ آهن صلی الله عليه وسلم. اسان جا سردار

صَاحِبُ الْمِغْفَرِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

جهاد وقت لوهي ٽوپ ڍڪيندڙ آهن صلی الله عليه وسلم. اسان جا سردار

صَاحِبُ اللِّوَآءِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

اسلامي جهنڊي جا مالڪ آهن صلی الله عليه وسلم. اسان جا سردار

صَاحِبُ الْمِعْرَاجِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

جسماني معراج جا مالڪ آهن صلی الله عليه وسلم. اسان جا سردار

صَاحِبُ الْقَضِيْبِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

لٺ مبارڪ ڪنڌ ڙ آهن صلی اللّٰه علیه وسلم. اسان جا سردار

صَاحِبُ الْبُرَاقِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

براق جا مالڪ آهن صلی اللّٰه علیه وسلم. اسان جا سردار

صَاحِبُ الْخَاتَمِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

مُهر نبوّت جا مالڪ آهن صلی اللّٰه علیه وسلم. اسان جا سردار

صَاحِبُ الْعَلَامَةِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

نبوّت جي نشاني آهن صلی اللّٰه علیه وسلم. اسان جا سردار

صَاحِبُ الْبُرْهَانِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

روشن دليل جا مالڪ آهن صلی اللّٰه علیه وسلم. اسان جا سردار

صَاحِبُ الْبَيَانِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

سُٺي بيان جا مالڪ آهن صلی اللّٰه علیه وسلم. اسان جا سردار

فَصِيْحُ اللِّسَانِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

فصيح ۽ بليغ آهن صلی اللّٰه علیه وسلم. اسان جا سردار

مُطَهَّرُ الْجَنَانِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

دلين کي صاف ڪندڙ آهن صلی اللّٰه علیه وسلم. اسان جا سردار

رَءُوْفٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

تمام گهڻي شفقت ڪندڙ آهن صلی اللّٰه عليه وسلم. اسان جا سردار

رَحِيْمٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

ٻاجهارا آهن صلی اللّٰه عليه وسلم. اسان جا سردار

اُذُنُ خَيْرٍ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

ڀلائيءَ جو حُڪم ڪندڙ آهن صلی اللّٰه عليه وسلم. اسان جا سردار

صَحِيْحُ الْاِسْلَامِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

صحيح اسلام پهچائيندڙ آهن صلی اللّٰه عليه وسلم. اسان جا سردار

سَيِّدُ الْكَوْنَيْنِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

ٻنهي جهانن جا سردار آهن صلی اللّٰه عليه وسلم. اسان جا سردار

عَيْنُ النَّعِيْمِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

جنّت النعيم جا چشما آهن صلی اللّٰه عليه وسلم. اسان جا سردار

عَيْنُ الْغُرِّ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

قوم جا پيشوا آهن صلی اللّٰه عليه وسلم. اسان جا سردار

سَعْدُ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

سعادتمند آهن صلی اللّٰه عليه وسلم. اسان جا سردار

سَعْدُ الْخَلْقِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

مخلوق مان سعادتمند آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

خَطِيْبُ الْاُمَمِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

اُمتن جا خطيب آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

عَلَمُ الْهُدٰى صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

هدايت جا جهنڊا آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

كَاشِفُ الْكُرَبِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

تڪليفون لاهيندڙ آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

رَافِعُ الرُّتَبِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

بُلند رُتبي وارا آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

عِزُّ الْعَرَبِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ سَيِّدُنَا

عرب جي عزت آهن صلى الله عليه وسلم. اسان جا سردار

صَاحِبُ الْفَرَجِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَعَلٰى اٰلِهٖ

رواداريءَ جا مالڪ آهن صلى الله عليه وآله وسلم.

اَللّٰهُمَّ يَارَبِّ بِجَاهِ نَبِيِّكَ الْمُصْطَفٰى ۝

اي منهنجا الله اي منهنجا رب، رسول عربيءَ جي صدقي جيڪو توهان جو برگزيده نبي آهي.

وَرَسُوْلِكَ الْمُرْتَضٰى ○ طَهِّرْ قُلُوْبَنَا مِنْ كُلِّ

۽ چونڊيل رسول آهن. تون اسان جي دل کي هر انهي وصف کان پاڪ

وَصْفٍ يُّبَاعِدُنَا عَنْ مُّشَاهَدَتِكَ وَ

ڪر جيڪا اسان کي توکان ۽ تنهنجي ديدار ۽ تنهنجي محبت

مَحَبَّتِكَ وَاَمِتْنَا عَلَى السُّنَّةِ وَالْجَمَاعَةِ

کان پري ڪري. ۽ يا الله تون اسان کي موت نصيب ڪر اهل سُنّت والجماعت تي

وَالشَّوْقِ اِلٰى لِقَآئِكَ يَاذَا الْجَلَالِ وَ

۽ يا الله تون اسان کي پنهنجي ديدار جو شوق

الْاِكْرَامِ ○ وَصَلَّى اللّٰهُ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلٰنَا

عطا ڪر. ۽ الله تعالىٰ صلوٰة ۽ سلام موڪلي رهيو آهي اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلَّمَ تَسْلِيْمًا ○

۽ آقا حضرت محمد ڪريم تي ۽ سندن اولاد تي ۽ اصحاب ڪرام تي.

وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ○

۽ سڀئي تعريفون الله تعالىٰ لاءِ آهن، جيڪو ربّ آهي جهانن جو.

# هٰذا دعآء النّيّة

دلائل الخيرات پڙهڻ جي نيت هن دعــا سان ڪجي .

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ○

الله تعالىٰ جي نالي سان شروع ڪريان ٿو جيڪو نهايت مهربان ۽ ٻاجهارو (آهي).

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ○ وَحَسْبِيَ

سڀئي تعريفون الله لاءِ آهن جيڪو رب آهي جهانن جو . ۽ الله تعالىٰ منهنجي لاءِ

اللّٰهُ وَنِعْمَ الْوَكِيْلُ ○ وَلَاحَوْلَ وَلَا قُوَّةَ

ڪافي آهي ۽ اهو ئي بهتر ڪارساز آهي. ۽ الله تعالىٰ کان سواءِ مون کي ڪا به

اِلَّا بِاللّٰهِ الْعَلِيِّ الْعَظِيْمِ ○ اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ

توفيق ۽ طاقت ناهي ۽ اهو ئي نهايت بلند ۽ وڏو آهي. اي منهنجا الله بيشڪ آئون

اَبْرَءُ اِلَيْكَ مِنْ حَوْلِيْ وَقُوَّتِيْ اِلٰى حَوْلِكَ

پنهنجي توفيق ۽ طاقت کي تنهنجي توفيق ۽ طاقت جي سُپرد

وَقُوَّتِكَ ○ اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ نَوَيْتُ بِالصَّلٰوةِ

ڪريان ٿو . اي منهنجا الله بيشڪ آئون رسول عربي صلى الله عليه وآله وسلم

عَلَى النَّبِيِّ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ اِمْتِثَالًا

تي صلوٰة ۽ سلام پڙهڻ جي نيت ڪريان ٿو ۽ اُن سان تنهنجي حڪم جي

لِاَمْرِكَ وَتَصْدِيقًا لِنَبِيِّكَ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

فرمانبرداري ٿيندي ۽ تنهنجي پيغمبر ۽ اسان جي سردار محمد كريم صلى الله عليه وسلم

صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ وَمَحَبَّةً فِيهِ وَ

جي تصديق ٿيندي . ۽ اسان کي پاڪ كريمن جي محبت عطا كر ۽

شَوْقًا اِلَيْهِ وَتَعْظِيمًا لِقَدْرِهٖ وَلِكَوْنِهٖ

سندن زيارت جو شوق عطا كر ۽ سندن تعظيم ۽ تكريم جي توفيق عطا كر ۽ اسان ۾

اَهْلًا لِذٰلِكَ فَتَقَبَّلْهَا مِنِّي بِفَضْلِكَ وَ

اها صلاحيت پيدا كر، پوءِ يا الله تون اها دعا مون کان پنهنجي فضل ۽ احسان

اِحْسَانِكَ وَاَزِلْ حِجَابَ الْغَفْلَةِ عَنْ

سان قبول فرماءِ ۽ يا الله تون منهنجي دل تان غفلت جا پردا پري

قَلْبِي وَاجْعَلْنِي مِنْ عِبَادِكَ الصّٰلِحِينَ○

كر، ۽ مون کي تون پنهنجي صالح ٻانهن مان فرماءِ .

اَللّٰهُمَّ زِدْهُ شَرَفًا عَلٰى شَرَفِهِ الَّذِيْ

اي منهنجا الله تون رسول عربي جي شرف کي زياده كر جيكو توكين عطا

اَوْلَيْتَهٗ○ وَعِزًّا عَلٰى عِزِّهِ الَّذِيْ

كيو آهي . ۽ ان عزت کي زياده كر جيكا تو كين

اَعْطَيْتَهٗ ۝ وَنُوْرًا عَلٰى نُوْرِهِ الَّذِىْ مِنْهُ

عطاڪئي آهي. ۽ ان نور کي زيادہ ڪر جيڪو تو سندن لاءِ

خَلَقْتَهٗ ۝ وَاَعْلِ مَقَامَهٗ فِىْ مَقَامَاتِ

پيدا ڪيو آهي. ۽ پاڻ ڪريمن جي مقام کي سڀني رسولن جي

الْمُرْسَلِيْنَ ۝ وَدَرَجَتَهٗ فِىْ دَرَجَاتِ النَّبِيِّيْنَ ۝

مقامن کان مٿاهون ڪر. ۽ پاڻ ڪريمن جو درجو سڀني نبين جي درجن کان بلند ڪر.

وَاَسْئَلُكَ رِضَاكَ وَرِضَاهُ يَا رَبَّ الْعٰلَمِيْنَ

۽ يا الله آئون تو کان تنهنجي رضا ۽ تنهنجي حبيب جي رضا طلب ڪريان ٿو،

مَعَ الْعَافِيَةِ الدَّآئِمَةِ وَالْمَوْتَ عَلَى

دائمي عافيت سان گڏ، ۽ موت طلب ڪريان ٿو

الْكِتَابِ وَالسُّنَّةِ وَالْجَمَاعَةِ وَكَلِمَتَىِ

قرآن مجيد تي ۽ اهلِ سنت والجماعت تي ۽ ڪلمي

الشَّهَادَةِ عَلٰى تَحْقِيْقِهَا مِنْ غَيْرِ تَغْيِيْرٍ

شهادت تي ثابت قدم رهڻ، سواءِ ڪنهن ڦيري

وَّتَبْدِيْلٍ وَّاغْفِرْلِىْ مَا ارْتَكَبْتُهٗ

۽ تبديليءَ جي ۽ يا الله تون منهنجا گناهه بخش ڪر

بِمَنِّكَ وَفَضْلِكَ وَجُوْدِكَ وَكَرَمِكَ يَآ

پنهنجي احسان ۽ فضل ۽ سخا ۽ ڪرم سان

اَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَ وَصَلَّى اللّٰهُ عَلٰى سَيِّدِنَا

يا ارحم الراحمين. ۽ الله تعالىٰ صلوٰة ۽ سلام موڪلي رهيو آهي

مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلَّمَ ○

اسان جي سردار حضرت محمد ڪريم ۽ سندن اولاد ۽ سندن اصحاب تي.

## صِفَةُ الرَّوْضَةِ

هٰذِهٖ صِفَةُ الرَّوْضَةِ الَّتِيْ دُفِنَ فِيْهَا رَسُوْلُ اللّٰهِ

هي روضهء اطهر جي تعريف آهي، جنهن ۾ سرور ڪائنات صلى الله

صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ وَصَاحِبَاهُ اَبُوْبَكْرٍ وَّعُمَرُ رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُمَا

عليه وآله وسلم ۽ سندن ٻه اصحابي يعني حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر رضي الله عنهما

هٰكَذَا ذَكَرَهٗ عُرْوَةُ ابْنُ الزُّبَيْرِ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ

رکيل آهن. حضرت عروة ابن زبير رضي الله عنه هن ريت بيان ڪري ٿو ته

قَالَ دُفِنَ رَسُوْلُ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ فِيْ

سرور ڪائنات صلى الله عليه وآله وسلم جن کي هڪ مقدس جاء

السَّهْوَةِ وَدُفِنَ اَبُوْبَكْرٍ رَّضِيَ اللّٰهُ عَنْهُ خَلْفَ رَسُوْلِ

تي رکيو ويو ۽ حضرت ابوبکر صديق رضي الله عنه کي رسول الله صلی الله عليه وسلم

اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ وَدُفِنَ عُمَرُ بْنُ الْخَطَّابِ

جي پويان رکيو ويو ۽ حضرت فاروقِ اعظم رضی الله عنه کي حضرت ابوبکر

رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُ عِنْدَ رِجْلَيْ اَبِيْ بَكْرٍ وَّبَقِيَتِ السَّهْوَةُ الشَّرْقِيَّةُ

رضی الله عنه جي پيرن کان رکيو ويو. ۽ انَ جاءِ ۾ مشرق طرف هڪ

فَارِغَةً فِيْهَا مَوْضِعُ قَبْرٍ يُّقَالُ لَهٗ وَاللّٰهُ اَعْلَمُ اَنَّ

قبر جي جاءِ باقي رهيل آهي، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته اُن ۾

عِيْسَى ابْنَ مَرْيَمَ عَلَيْهِ السَّلَامُ يُدْفَنُ فِيْهِ وَكَذٰلِكَ

حضرت عيسیٰ عليه السلام مدفون ڪيو ويندو ۽ اهڙي طرح

جَاءَ فِي الْخَبَرِ عَنْ رَّسُوْلِ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ

حديثِ نبوي صلی الله عليه وآله وسلم ۾ مذڪور آهي.

وَقَالَتْ عَائِشَةُ رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهَا رَاَيْتُ

۽ ام المؤمنين سيده عائشه رضی الله عنها فرمائي ٿي ته مون خواب ۾ ڏٺو ته

ثَلٰثَةَ اَقْمَارٍ سُقُوْطًا فِيْ حُجْرَتِيْ فَقَصَصْتُ

ٽي چنڊ منهنجي گهر ۾ ڪريا آهن، پوءِ منهنجي انَ خواب جي خبر

رُءْيَاىَ عَلٰٓى اَبِىْ بَكْرٍؓ فَقَالَ لِىْ يَا عَائِشَةُ

مون پنهنجي والد ابوبڪر صديق کي ٻڌائي، پوءِ پاڻ فرمايائون ته اي عائشه

لَيُدْفَنَنَّ فِىْ بَيْتِكِ ثَلٰثَةٌ هُمْ خَيْرُ

تنهنجي گهر ۾ ضرور ٽي انسان مدفون ٿيندا جيڪي ساري

اَهْلِ الْاَرْضِ فَلَمَّا تُوُفِّىَ رَسُوْلُ اللّٰهِ

مخلوق کان ڀلا هوندا. پوءِ جڏهن رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم

صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ وَدُفِنَ فِىْ بَيْتِىْ

جن وصال فرمايو ۽ منهنجي گهر ۾ پاڻ ڪريمن کي رکيو ويو

قَالَ لِىْ اَبُوْبَكْرٍؓ هٰذَا وَاحِدٌ مِّنْ اَقْمَارِكِ

ته مون کي (منهنجي والد) حضرت ابوبڪر فرمايو هي انهن ٽن چنڊن مان هڪ

وَهُوَ خَيْرُهُمْ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَعَلٰٓى اٰلِهٖ

چنڊ آهي ۽ في الحقيقة اهو انهن سڀني کان ڀلو آهي صلى الله عليه وآله وسلم

وَسَلِّمْ كَثِيْرًا ؕ

ڪثيرا .

# فَصْلٌ فِيْ كَيْفِيَّةِ الصَّلٰوةِ

## عَلَى النَّبِيِّ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمَ ○

## اَلْحِزْبُ الْاَوَّلُ

يعني حصو پهريون، جمعه کان شـــروع کريو.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ○

الله تعالیٰ جي نالي سان شروع کريان ٿو جيڪو نهايت مهربان باجهارو (آهي)

صَلَّى اللّٰهُ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ

الله تعالیٰ اسان جي سردار ۽ آقا محمّد ڪريم ۽ سندن اولاد ۽ اصحابن تي صلوٰة

وَّعَلٰى اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلَّمَ ○ اَللّٰهُمَّ

۽ سلام موڪلي رهيو آهي. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاَزْوَاجِهٖ وَ

اسان جي سردار حضرت محمّد ڪريم تي ۽ سندن پاڪ بيبين تي ۽ سندن

ذُرِّيَّتِهٖ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى سَيِّدِنَا اِبْرٰهِيْمَ

اولاد تي جيئنڪ تو صلوٰة موڪلي حضرت ابراهيم تي

نوٽ:- نقشبندي ۽ چشتي سلسلي جي بزرگن وٽ پهريون حزب جمعي کان شروع کيو ويجي ٿو ۽ ٻين بزرگن وٽ پهريون حزب سومر کان شروع کيو ويجي ٿو. مترجم"

وَبَارِكْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاَزْوَاجِهٖ وَذُرِّيَّتِهٖ

ءِ تون برڪتون موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ سندن پاڪ بيبين تي ۽ سندن

كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا اِبْرٰهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ

اولاد تي جيئن ڪ تو برڪت موڪلي حضرت ابراهيم جي اولاد تي بيشڪ تون

مَّجِيْدٌ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

گهڻو ساراهيل پاڪ آهين. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم

وَّعَلٰى اٰلِهٖ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى سَيِّدِنَا اِبْرٰهِيْمَ

تي ۽ سندن اولاد تي جيئن ڪ تو صلوٰة موڪلي حضرت ابراهيم تي

وَبَارِكْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ

ءِ تون برڪت موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا

ڪريم جي اولاد تي جيئن ڪ تو برڪت موڪلي اُن دور ۾ حضرت

اِبْرٰهِيْمَ فِى الْعٰلَمِيْنَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ○

ابراهيم جي اولاد تي بيشڪ تون گهڻو ساراهيل پاڪ آهين.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاٰلِ

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى سَيِّدِنَا

سردار محمّد کريم جي اولاد تي جيئن تو صلوٰة موڪلي حضرت

اِبْرٰهِيْمَ وَبَارِكْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاٰلِ

ابراهيم تي ۽ تون برڪت موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى سَيِّدِنَا

سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي جيئن تو برڪت موڪلي حضرت ابراهيم جي

اِبْرٰهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ۝ اَللّٰهُمَّ

اولاد تي بيشڪ تون گهڻو ساراهيل پاڪ آهين. اي منهنجا الله تون صلوٰة

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ

موڪل اسان جي سردار محمّد رسول الله تي جيڪي ساري ڪائنات جا اصل آهن

وَعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ

۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي. اي منهنجا الله تون صلوٰة

عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ ۝

موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي جيڪو تنهنجو پيارو ٻانهو ۽ سچو رسول آهي

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي

ل؎ المفردات في غرائب القرآن عربي وتفسير كبير للعلامة فخر الدين الرازي.

اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى سَيِّدِنَا

سردار محمد كريم جي اولاد تي جهڙيءَ طرح تو صلوٰة موڪلي حضرت

اِبْرٰهِيْمَ وَعَلٰۤى اٰلِ سَيِّدِنَا اِبْرٰهِيْمَ اِنَّكَ

ابراهيم تي ۽ حضرت ابراهيم جي اولاد تي بيشڪ تون

حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ○ اَللّٰهُمَّ بَارِكْ عَلٰى سَيِّدِنَا

گهڻو ساراهيل پاڪ آهين. اي منهنجا الله تون برڪت موڪل اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ وَّعَلٰۤى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى

محمد كريم تي ۽ اسان جي سردار محمد كريم جي اولاد تي جيئن تو برڪت موڪلي

سَيِّدِنَا اِبْرٰهِيْمَ وَعَلٰۤى اٰلِ سَيِّدِنَا اِبْرٰهِيْمَ

حضرت ابراهيم تي ۽ حضرت ابراهيم جي اولاد تي بيشڪ

اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ○ اَللّٰهُمَّ وَتَرَحَّمْ عَلٰى

تون گهڻو ساراهيل پاڪ آهين. اي منهنجا الله تون رحمت موڪل اسان جي

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰۤى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

سردار محمد كريم تي ۽ اسان جي سردار محمد كريم جي اولاد تي

كَمَا تَرَحَّمْتَ عَلٰى سَيِّدِنَا اِبْرٰهِيْمَ وَعَلٰۤى

جيئن تو رحمت موڪلي حضرت ابراهيم تي ۽ حضرت ابراهيم

اٰلِ سَيِّدِنَا اِبْرٰهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ۝

جي اولاد تي ، بيشڪ تون گهڻو ساراهيل پاڪ آهين .

اَللّٰهُمَّ وَتَحَنَّنْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى

اي منهنجا الله تون مهرباني ڪر اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي

اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا تَحَنَّنْتَ عَلٰى سَيِّدِنَا

سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي جيئن ڪ تو مهرباني ڪئي حضرت

اِبْرٰهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا اِبْرٰهِيْمَ اِنَّكَ

ابراهيم تي ۽ حضرت ابراهيم جي اولاد تي بيشڪ تون

حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ۝ اَللّٰهُمَّ وَسَلِّمْ عَلٰى

گهڻو ساراهيل پاڪ آهين. اي منهنجا الله تون سلام موڪل اسان جي

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار جي محمّد ڪريم جي اولاد تي

كَمَا سَلَّمْتَ عَلٰى سَيِّدِنَا اِبْرٰهِيْمَ وَعَلٰى اٰ

جيئن ڪ تو سلام موڪليو حضرت ابراهيم تي ۽ حضرت

لِ سَيِّدِنَا اِبْرٰهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ۝

ابراهيم جي اولاد تي، بيشڪ تون گهڻو ساراهيل پاڪ آهين .

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي

اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّارْحَمْ سَيِّدَنَا مُحَمَّدًا

سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي ۽ تون رحمت موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم

وَّاٰلَ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّبَارِكْ عَلٰى سَيِّدِنَا

تي ۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي ۽ تون برڪت موڪل اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا

محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي جيئنڪ تو

صَلَّيْتَ وَرَحِمْتَ وَبَارَكْتَ عَلٰى سَيِّدِنَا

صلوٰة ۽ رحمت ۽ برڪت موڪلي انهي دور ۾ حضرت

اِبْرٰهِيْمَ وَعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَآ اِبْرٰهِيْمَ فِى

ابراهيم تي ۽ حضرت ابراهيم جي اولاد

الْعٰلَمِيْنَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ○ اَللّٰهُمَّ

تي بيشڪ تون گهڻو ساراهيل پاڪ آهين. اي منهنجا الله تون

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ وَاَزْوَاجِهٖ

صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي جيڪي نبي آهن ۽ سندن پاڪ بيبين تي

اُمَّهَاتِ الْمُؤْمِنِيْنَ وَذُرِّيَّتِهٖ وَاَهْلِ

جيڪي مؤمنن جون مائرون آهن ۽ سندن اولاد تي ۽ سندن اهل بيت

بَيْتِهٖ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى سَيِّدِنَا اِبْرٰهِيْمَ

تي جيئنڪ تو صلوٰة موڪلي حضرت ابراهيم تي

اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ○ اَللّٰهُمَّ بَارِكْ

بيشڪ تون گهڻو ساراهيل پاڪ آهين. اي منهنجا الله تون برڪت موڪل

عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا

اسان جي سردار محمد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمد ڪريم جي اولاد

مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى سَيِّدِنَا اِبْرٰهِيْمَ

تي جيئنڪ تو برڪت موڪلي حضرت ابراهيم تي

اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ○ اَللّٰهُمَّ دَاحِيَ الْمَدْحُوَّاتِ

بيشڪ تون گهڻو ساراهيل پاڪ آهين. اي منهنجا الله تون زمين کي هموار ڪندڙ آهين

وَبَارِئَ الْمَسْمُوْكَاتِ وَجَبَّارَ الْقُلُوْبِ عَلٰى

۽ تون بلند آسمانن کي پيدا ڪندڙ آهين ۽ نيڪوڪارن ۽ بدڪارن جي دلين کي

فِطْرَتِهَا شَقِيِّهَا وَسَعِيْدِهَا اجْعَلْ شَرَآئِفَ

صاف ڪري پنهنجي اصليت تي آڻيندڙ آهين، تون پنهنجون گهڻيون

صَلَوَاتِكَ وَنَوَامِيَ بَرَكَاتِكَ وَرَأْفَةَ

رحمتون ۽ وڌندڙ برڪتون ۽ بي پايان

تَحَنُّنِكَ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَ

مهربانيون نازل فرماءِ اسان جي سردار محمّد ڪريم تي جيڪو تنهنجو پيارو ٻانهو

رَسُوْلِكَ الْفَاتِحِ لِمَآ اُغْلِقَ وَالْخَاتِمِ لِمَا

۽ سچو رسول آهي جيڪو (الله جي) بند ٿيل دروازن کي کوليندڙ آهي ۽ آخري

سَبَقَ وَالْمُعْلِنِ الْحَقَّ بِالْحَقِّ وَالدَّامِغِ

پيغمبر آهي ۽ پاڻ حق (دين اسلام) کي سچ سان ظاهر ڪندڙ آهن ۽ پاڻ ڪريم

لِجَيْشَاتِ الْاَبَاطِيْلِ كَمَا حُمِّلَ فَاضْطَلَعَ

ڪافرن جي لشڪر کي شڪست ڏيندڙ آهن جڏهن ته انهن حملو ڪيو تي پوءِ

بِاَمْرِكَ بِطَاعَتِكَ مُسْتَوْفِزًا فِيْ مَرْضَاتِكَ

انهن کي تنهنجي حڪم ۽ عبادت جو فورًا فرمانبردار ڪيائين (پاڪ ڪريم) تنهنجي رضا

وَاعِيًا لِّوَحْيِكَ حَافِظًا لِّعَهْدِكَ مَاضِيًا

کي جلدي حاصل ڪندڙ آهن ۽ تنهنجي پيغام جا حافظ آهن ۽ تنهنجي وعدي موجب

عَلٰى نِفَاذِ اَمْرِكَ حَتّٰٓى اَوْرٰى قَبَسًا لِّقَابِسٍ

تنهنجي حڪمن تي عمل ڪرائيندڙ آهن ايستائين جو انسانن لاءِ اسلام جي شمع

اَلَا وَاللّٰهِ تَصِلُ بِاَهْلِهٖ اَسْبَابُهٗ بِهٖ هُدِيَتِ

روشن ڪيائون انهي سبحان الله جون نعمتون سندن اهل اولاد کي پهچن ٿيون.

الْقُلُوْبُ بَعْدَ خَوْضَاتِ الْفِتَنِ وَالْاِثْمِ

فتنن ۽ فسادن جي باوجود مائهن جي دلين کي هدايت نصيب ٿي ۽ پاڻ ڪريم الله تعالیٰ

وَاَبْهَجَ مُوْضِحَاتِ الْاَعْلَامِ وَنَآئِرَاتِ

جي روشن نشانين کي زينت بخشيندڙ آهن ۽ الله تعالیٰ جي حُڪمن

الْاَحْكَامِ وَمُنِيْرَاتِ الْاِسْلَامِ فَهُوَ

کي روشن ڪندڙ آهن ۽ اسلام کي منور ڪندڙ آهن. پوءِ پاڻ

اَمِيْنُكَ الْمَاْمُوْنُ وَخَازِنُ عِلْمِكَ

ڪريم امين آهن جن کي الله امين ڪيو آهي ۽ الله تعالیٰ جي مخفي رازن کي ظاهر

الْمَخْزُوْنِ وَشَهِيْدُكَ يَوْمَ الدِّيْنِ وَ

ڪندڙ آهن ۽ قيامت جي ڏينهن شاهدي ڏيندڙ آهن ۽

بَعِيْثُكَ نِعْمَةً وَّرَسُوْلُكَ بِالْحَقِّ رَحْمَةً ○

پاڻ ڪريم الله تعالیٰ جي نعمت آهن ۽ سچا رسول باعثِ رحمت آهن.

اَللّٰهُمَّ افْسَحْ لَهٗ فِيْ عَدْنِكَ وَاجْزِهٖ

اي منهنجا الله تون پنهنجي بهشت ۾ سندن لاءِ بهترين جاءِ تيار ڪر ۽ سندن کيل

مُضَاعَفَاتِ الْخَيْرِ مِنْ فَضْلِكَ مُهَنَّاتٍ

نيڪين کان زياده پنهنجي فضل سان اُن ثواب پهچاءِ جيڪو پاڻ ڪرين ڪي

لَّهٗ غَيْرَ مُكَدَّرَاتٍ مِّنْ فَوْزِ ثَوَابِكَ

پسندا اهي اهو موڪليل ثواب ڪُدورت کان پاڪ صاف هجي

الْمَحْلُوْلِ وَجَزِيْلِ عَطَآئِكَ الْمَعْلُوْلِ ۝

۽ تنهنجي گهڻي بخشش هجي جيڪا هميشه واري آهي.

اَللّٰهُمَّ اَعْلِ عَلٰى بِنَآءِ النَّاسِ بِنَآءَهٗ

اي منهنجا الله تون پاڻ وٽ سيني انسانن کان پاڻ ڪرين جو مرتبو بُلند ڪر

وَاَكْرِمْ مَثْوَاهُ لَدَيْكَ وَنُزُلَهٗ وَاَتْمِمْ

۽ تون پاڻ وٽ سندن اعلى مقام ۽ مهماني تيار ڪر ۽ پاڻ ڪرين لاءِ سندن

لَهٗ نُوْرَهٗ وَاجْزِهٖ مِنِ ابْتِعَاثِكَ لَهٗ

نور کي مڪمل ڪر ۽ قيامت جي ڏينهن سندن گواهي کي

مَقْبُوْلَ الشَّهَادَةِ وَمَرْضِيَّ الْمَقَالَةِ

قبول فرماءِ ۽ سندن گفتگوءِ کان راضي ٿي (جونه)

ذَا مَنْطِقٍ عَدْلٍ وَّخُطَّةٍ فَصْلٍ وَّ

سندن گفتگو انصاف واري آهي ۽ فيصلو ڪُن آهي ۽

بُرْهَانٍ عَظِيْمٍ ۝ اِنَّ اللّٰهَ وَمَلٰٓئِكَتَهٗ

وڏي دليل سان آهي. بيشڪ الله تعاليٰ ۽ سندس ملائڪ

يُصَلُّوْنَ عَلَى النَّبِيِّ ط يٰاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا

رسول عربي تي صلواة پڙهي رهيا آهن. اي مؤمنو توهان به رسول عربي

صَلُّوْا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوْا تَسْلِيْمًا ۝ لَبَّيْكَ

تي صلوٰة وسلام تاڪيد سان پڙهندا رهو. آئون تنهنجي دربار ۾ حاضر

اَللّٰهُمَّ رَبِّيْ وَسَعْدَيْكَ صَلَوَاتُ اللّٰهِ

آهيان اي منهنجا الله تون منهنجو رب آهين ۽ آئون تنهنجي دين جي خدمت ڪريان ٿو

الْبَرِّ الرَّحِيْمِ وَالْمَلٰٓئِكَةِ الْمُقَرَّبِيْنَ

ڀلارڻ ڪريمن تي الله تعاليٰ ۽ الله جي مقرب ملائڪن

وَالنَّبِيّٖنَ وَالصِّدِّيْقِيْنَ وَالشُّهَدَآءِ وَ

۽ نبين ۽ صديقن ۽ شهيدن ۽

الصّٰلِحِيْنَ وَمَا سَبَّحَ لَكَ مِنْ شَيْءٍ

صالحن جون (هر وقت) صلواتون آهن ۽ سيني ذڪر ڪندڙ شين جون

يَا رَبَّ الْعٰلَمِيْنَ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ ابْنِ

صلواتون اي الله ، نازل ٿيون شال اسان جي سردار محمد ڪريم تي جيڪي

عَبْدِ اللّٰهِ خَاتَمِ النَّبِيّٖنَ وَسَيِّدِ الْمُرْسَلِيْنَ

حضرت عبد الله جا فرزند آهن جيڪي آخري پيغمبر آهن ۽ سڀني رسولن جا سردار آهن

وَاِمَامِ الْمُتَّقِيْنَ وَرَسُوْلِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ

۽ پرهيزگارن جا امام آهن ۽ رَبِّ الْعٰلَمِين جا سچا رسول آهن

الشَّاهِدِ الْبَشِيْرِ الدَّاعِيْ اِلَيْكَ بِاِذْنِكَ

جيڪي حاضر ناظر آهن (۽ مؤمنن لاءِ) بشارت ڏيندڙ آهن ۽ الله جي حڪم سان الله ڏانهن

السِّرَاجِ الْمُنِيْرِ عَلَيْهِ السَّلَامُ ○ اَللّٰهُمَّ

پڪاريندڙ آهن ۽ پاڻ روشن سج آهن (سندن خدمت ۾) سلام عرض آهي. اي منهنجا الله !

اجْعَلْ صَلَوَاتِكَ وَبَرَكَاتِكَ وَرَحْمَتَكَ

تون پنهنجون صلواتون ۽ برڪتون ۽ رحمتون نازل فرماءِ

عَلٰى سَيِّدِ الْمُرْسَلِيْنَ وَاِمَامِ الْمُتَّقِيْنَ وَ

رسولن جي سردار تي ۽ پرهيزگارن جي امام تي ۽

خَاتَمِ النَّبِيّٖنَ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ

آخري نبي يعني اسان جي سردار محمد ڪريم تي جيڪو تنهنجو پيارو

وَرَسُوْلِكَ اِمَامِ الْخَيْرِ وَقَائِدِ الْخَيْرِ وَ

ٻانهو ۽ سچو رسول آهي پاڻ نيڪيءَ جا امام ۽ ڀلائيءَ جا اڳواڻ ۽ رحمت

رَسُوْلِ الرَّحْمَةِ ○ اَللّٰهُمَّ ابْعَثْهُ مَقَامًا

وارا پيغمبر آهن. اي منهنجا الله تون رسول عربيﷺ کي مقام

مَحْمُوْدًا يَغْبِطُهُ فِيْهِ الْاَوَّلُوْنَ وَ

محمود عطا کر جنهن لاءِ پهريان ۽ پويان (انسان) رشڪ

الْاٰخِرُوْنَ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

ڪن ٿا. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ

محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي جيئن تو صلوٰة

عَلٰى سَيِّدِنَا اِبْرٰهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ○

موڪلي حضرت ابراهيم تي بيشڪ تون گهڻو ساراهيل پاڪ آهين.

اَللّٰهُمَّ بَارِكْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى

اي منهنجا الله تون برڪت موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي

اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى سَيِّدِنَا

سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي جيئن تو برڪت موڪلي حضرت

اِبْرٰهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ○ اَللّٰهُمَّ

ابراهيم تي، بيشڪ تون گهڻو ساراهيل پاڪ آهين. اي منهنجا الله تون

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِهٖ وَ

صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي ۽ سندن آل تي ۽

اَصْحَابِهٖ وَاَوْلَادِهٖ وَاَزْوَاجِهٖ وَذُرِّيَّتِهٖ وَ

سندن اصحابن تي ۽ سندن اولاد تي ۽ سندن پاڪ بيبين تي ۽ سندن فرزندن تي

اَهْلِ بَيْتِهٖ وَاَصْهَارِهٖ وَاَنْصَارِهٖ وَ

۽ سندن اهل بيت تي ۽ سيدنا ابوبڪر ۽ سيدنا عمر (رضي الله عنهما) تي ۽ سندن مددگارن

اَشْيَاعِهٖ وَمُحِبِّيْهِ وَاُمَّتِهٖ وَعَلَيْنَا مَعَهُمْ

تي ۽ سندن پيروي ڪندڙن تي ۽ سندن محبت رکندڙن تي ۽ سندن امت تي ۽ انهن سيني

اَجْمَعِيْنَ يَآ اَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَ ○ اَللّٰهُمَّ

سان گڏ يا ارحم الرّاحمين اسان سيني تي. اي منهنجا الله تون

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَنْ صَلّٰى

صلوٰتون موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي انهي تعداد ۾ جيترا ماڻهو ان

عَلَيْهِ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ

ڪريمن تي صلوٰتون پڙهن ٿا ۽ صلوٰتون موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي انهي

مَنْ لَّمْ يُصَلِّ عَلَيْهِ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

تعداد ۾ جيترا ماڻهو ان ڪريمن تي صلوٰتون نٿا پڙهن ۽ صلوٰة موڪل تون اسان جي

مُحَمَّدٍ كَمَآ اَمَرْتَنَا بِالصَّلٰوةِ عَلَيْهِ وَصَلِّ

سردار محمّد كريم تي جهڙي طرح تواسان کي پاڻ ڪرين تي صلوٰة پڙهڻ جو حڪم ڪيو آهي

عَلَيْهِ كَمَا تُحِبُّ اَنْ يُّصَلّٰى عَلَيْهِ ۝ اَللّٰهُمَّ

۽ تون صلوٰة موڪل پاڪ ڪرين تي سندن شان وتان جيڪا توکي وڻي. اي منهنجا الله تون

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا

صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي

مُحَمَّدٍ كَمَآ اَمَرْتَنَآ اَنْ نُّصَلِّىَ عَلَيْهِ ۝

اولاد تي جيئنڪ تواسان کي پاڻ ڪرين تي صلوٰة پڙهڻ جو حڪم فرمايو آهي

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ

اي منهنجا الله تون اها صلوٰة اسان جي سردار محمّد ڪريم ۽ اسان جي سردار

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا هُوَ اَهْلُهٗ ۝ اَللّٰهُمَّ

محمّد ڪريم جي اولاد تي موڪل جيڪا سندن شايانِ شان هجي. اي منهنجا الله تون

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا

صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي

مُحَمَّدٍ كَمَا نُحِبُّ وَنَرْضَاهُ لَهٗ ۝ اَللّٰهُمَّ

اولاد تي جهڙي طرح توکي وڻي ۽ تون ان کان راضي ٿئين تو اي منهنجا الله

يَارَبَّ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

اي ربّ اسان جي سردار محمّد كريم جاءِ اسان جي سردار محمّد كريم جي اولاد

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

جا تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي

وَّاَعْطِ سَيِّدَنَا مُحَمَّدَا لِ الدَّرَجَةَ وَالْوَسِيْلَةَ

اولاد تي ۽ بهشت ۾ اسان جي سردار محمّد ڪريم کي بُلند درجو ۽ اعلىٰ مقام

فِي الْجَنَّةِ ○ اَللّٰهُمَّ يَارَبَّ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

عطا ڪر . اي منهنجا الله، اي ربّ تعالىٰ اسان جي سردار محمّد ڪريم

وَّاٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ اِجْزِ سَيِّدَنَا مُحَمَّدًا صَلَّى

جاءِ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي اولاد جا تون اسان جي سردار محمّد ڪريم

اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ مَا هُوَ اَهْلُهٗ ○ اَللّٰهُمَّ

صلى الله عليه وآله وسلم کي ايترو ثواب عطا فرماءِ جيڪو سندن شايانِ شان هجي. اي

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا

منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد

مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اَهْلِ بَيْتِهٖ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ

ڪريم جي اولاد تي ۽ سندن اهلِ بيت تي. اي منهنجا الله تون سڀ صلوٰتون

عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي

حَتّٰى لَا يَبْقٰى مِنَ الصَّلٰوةِ شَيْءٌ ○ وَارْحَمْ

ايتريقدر جو ڪا به شيءِ صلٰوة مان باقي نه رهي. ۽ تون سڀ رحمت موڪل

سَيِّدَنَا مُحَمَّدًا وَّاٰلَ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ حَتّٰى

اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي ايتريقدر

لَا يَبْقٰى مِنَ الرَّحْمَةِ شَيْءٌ ○ وَبَارِكْ عَلٰى

جو رحمت مان ڪا به شيءِ باقي نه رهي. ۽ تون سڀ برڪت موڪل اسان جي

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي

حَتّٰى لَا يَبْقٰى مِنَ الْبَرَكَةِ شَيْءٌ ○ وَسَلِّمْ

ايتريقدر جو برڪت مان ڪا شيءِ باقي نه رهي. ۽ تون سڀ سلام موڪل

عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي

حَتّٰى لَا يَبْقٰى مِنَ السَّلَامِ شَيْءٌ ○ اَللّٰهُمَّ

ايتريقدر جو سلام مان ڪا به شيءِ باقي نه رهي. اي منهنجا الله تون

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِى الْاَوَّلِيْنَ ○

صلوٰة موڪل پهرين (مانڻن) مان اسان جي سردار محمّد ڪريم تي .

وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِى الْاٰخِرِيْنَ ○

۽ تون صلوٰة موڪل پوين (مانڻن) مان اسان جي سردار محمّد ڪريم تي .

وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِى النَّبِيّٖنَ ○

۽ تون صلوٰة موڪل نبين مان اسان جي سردار محمّد ڪريم تي .

وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِى الْمُرْسَلِيْنَ ○

۽ تون صلوٰة موڪل رسولن مان اسان جي سردار محمّد ڪريم تي .

وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِى الْمَلَاِ الْاَعْلٰى

۽ تون قيامت تائين صلوٰة موڪل فرشتن مان اسان جي سردار

اِلٰى يَوْمِ الدِّيْنِ ○ اَللّٰهُمَّ اَعْطِ سَيِّدَنَا

محمّد ڪريم تي . اي منهنجا الله تون اسان جي سردار محمّد

مُحَمَّدَا ِۨالْوَسِيْلَةَ وَالْفَضِيْلَةَ وَالشَّرَفَ

ڪريم کي وسيله جليله ۽ گهڻي ڀلائي ۽ گهڻو اعزاز

وَالدَّرَجَةَ الْكَبِيْرَةَ ○ اَللّٰهُمَّ اِنِّىْٓ اٰمَنْتُ

۽ عظيم درجو عطا فرماءِ . اي منهنجا الله بيشڪ مون ايمان

بِسَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّلَمْ اَرَهٗ فَلَا تَحْرِمْنِيْ فِي

آندو آهي اسان جي سردار محمّد ڪريم تي حالانڪ مون (ظاهرًا) سندن زيارت ڪا نه ڪئي آهي

الْجِنَانِ رُؤْيَتَهٗ وَارْزُقْنِيْ صُحْبَتَهٗ وَتَوَفَّنِيْ

پوءِ تون بهشت ۾ مونکي سندن زيارت کان محروم نه ڪجانءِ ۽ مونکي سندن غلامي عطا ڪر

عَلٰى مِلَّتِهٖ وَاسْقِنِيْ مِنْ حَوْضِهٖ مَشْرَبًا

۽ مونکي سندن دين متين تي وصال ڪرائجانءِ ۽ مونکي سندن حوض ڪوثر مان آبِ ڪوثر پياري

رَّوِيًّا سَائِغًا هَنِيْئًا لَّا نَظْمَأُ بَعْدَهٗ اَبَدًا

فرحت سان ڍؤ ڪرائجانءِ جو ان جي پيئڻ کان پوءِ اسين ڪڏهن به اُڃايا نه ٿيون

اِنَّكَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ○ اَللّٰهُمَّ اَبْلِغْ

بيشڪ تون هر شيءِ تي قادر آهين. اي منهنجا الله تون اسان جي

رُوْحَ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ مِّنِّيْ تَحِيَّةً وَّسَلَامًا ○

سردار محمّد ڪريم جي روح مبارڪ کي اسان جي طرفان نياز ۽ سلام پهچاءِ.

اَللّٰهُمَّ وَكَمَا اٰمَنْتُ بِسَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّلَمْ

اي منهنجا الله جيئن مون اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ايمان آندو آهي حالانڪ مون

اَرَهٗ فَلَا تَحْرِمْنِيْ فِي الْجِنَانِ رُؤْيَتَهٗ ○

سندن (ظاهرًا) زيارت نه ڪئي آهي پوءِ تون مونکي بهشت ۾ سندن زيارت کان محروم نه ڪجين

اَللّٰهُمَّ تَقَبَّلْ شَفَاعَةَ سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ نِ الْكُبْرٰى

اي منهنجا الله تون اسان جي سردار محمّد كريم جي شفاعت كُبرىٰ قبول كر،

وَارْفَعْ دَرَجَتَهُ الْعُلْيَا وَاٰتِهٖ سُؤْلَهٗ فِي

۽ سندن اعلىٰ درجي كي وڌيك بُلند كر ۽ سندن سوال دنيا ۽ آخرت ۾

الْاٰخِرَةِ وَالْاُوْلٰى كَمَآ اٰتَيْتَ سَيِّدَنَا اِبْرٰهِيْمَ

قبول فرماءِ جيئنك تو حضرت ابراهيم ۽ حضرت موسىٰ جا

وَسَيِّدَنَا مُوْسٰى ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

سوال قبول فرمايا . اي منهنجا الله تون صلوٰة موكل اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ

محمّد كريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد كريم جي اولاد تي جيئنك تو صلوٰة موكلي

عَلٰى سَيِّدِنَآ اِبْرٰهِيْمَ وَعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَآ اِبْرٰهِيْمَ

حضرت ابراهيم تي ۽ حضرت ابراهيم جي اولاد تي

وَبَارِكْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا

۽ تون بركت موكل اسان جي سردار محمّد كريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد كريم

مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى سَيِّدِنَآ اِبْرٰهِيْمَ وَعَلٰٓى

جي اولاد تي جيئنك تو بركت موكلي حضرت ابراهيم ۽ حضرت

اٰلِ سَيِّدِنَا اِبْرٰهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ○ اَللّٰهُمَّ

ابراهيم جي اولاد تي بيشڪ تون گهڻو ساراهيل پاڪ آهين. اي منهنجا الله

صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

تون صلواة ۽ سلام ۽ برڪت موڪل اسانجي سردار محمّد ڪريم تي جيڪي تنهنجا

نَبِيِّكَ وَرَسُوْلِكَ ○ وَسَيِّدِنَا اِبْرٰهِيْمَ

سچا نبي ۽ رسولِ برحق آهن. ۽ حضرت ابراهيم تي جيڪو تنهنجو

خَلِيْلِكَ وَصَفِيِّكَ وَسَيِّدِنَا مُوْسٰى كَلِيْمِكَ

پيارو ۽ شان وارو آهي ۽ حضرت موسىٰ تي جيڪو توسان گفتگو ڪندڙ

وَنَجِيِّكَ ○ وَسَيِّدِنَا عِيْسٰى رُوْحِكَ وَكَلِمَتِكَ

۽ رازدان آهي. ۽ حضرت عيسىٰ تي جيڪو تنهنجو روح ۽ نشاني آهي

وَعَلٰى جَمِيْعِ مَلٰٓئِكَتِكَ وَرُسُلِكَ وَاَنْبِيَآئِكَ

۽ تنهنجن سيني ملائڪن تي ۽ رسولن تي ۽ نبين تي ۽

وَخِيَرَتِكَ مِنْ خَلْقِكَ وَاَصْفِيَآئِكَ وَ

مخلوقات مان پلن تي ۽ برگزيدن تي ۽

خَآصَّتِكَ وَاَوْلِيَآئِكَ مِنْ اَهْلِ اَرْضِكَ وَ

خاص ٻانهن تي ۽ ولين تي جا اُهي زمين وارن مان هجن چاهي

سَمَآئِكَ ۝ وَصَلَّى اللّٰهُ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

آسمان وارن مان ۽ الله تعالىٰ صلوٰة ۽ سلام موڪليو هيو آهي اسان جي سردار محمد ڪريم تي

عَدَدَ خَلْقِهٖ وَرِضَاءَ نَفْسِهٖ وَزِنَةَ عَرْشِهٖ وَ

پنهنجي مخلوقات جيترا ۽ پنهنجي رضامندي جيترا ۽ پنهنجي عرش عظيم جيترا ۽

مِدَادَ كَلِمَاتِهٖ وَكَمَا هُوَ اَهْلُهٗ وَكُلَّمَا ذَكَرَهُ

لوح محفوظ جي مس جيترا جيئنڪ سندن شايانِ شان آهي ۽ ياد ڪرين ٿا الله تعالىٰ

الذَّاكِرُوْنَ وَغَفَلَ عَنْ ذِكْرِهِ الْغَافِلُوْنَ

صلوٰة ۽ سلام موڪلي رهيو آهي جڏهن به ذاڪر سندس ذڪر ڪن ٿا ۽ غافل غفلت ڪن ٿا

وَعَلٰى اَهْلِ بَيْتِهٖ وَعِتْرَتِهِ الطَّاهِرِيْنَ وَ

۽ سندن اهل بيت تي ۽ سندن پاڪ اولاد

سَلَّمَ تَسْلِيْمًا ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

تي . اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد

مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اَزْوَاجِهٖ وَذُرِّيَّتِهٖ وَعَلٰى جَمِيْعِ

ڪريم تي ۽ سندن پاڪ بيبين تي ۽ سندن اولاد تي ۽ سڀني

النَّبِيِّيْنَ وَالْمُرْسَلِيْنَ وَالْمَلٰٓئِكَةِ وَالْمُقَرَّبِيْنَ وَ

نبين تي ۽ رسولن تي ۽ مقرب (ويجهن) ملائڪن تي ۽

جَمِيْعِ عِبَادِ اللهِ الصَّالِحِيْنَ عَدَدَ مَآ اَمْطَرَتِ

پنهنجن سڀني نيڪ ٻانهن تي ايتري تعداد ۾ جيترا اُترا زمين

السَّمَآءُ مُنْذُ بَنَيْتَهَا وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

دوران) آسمان مان وسن ٿا جڏهن کان آسمان ٺهيو آهي ۽ درود موڪل اسان جي

مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَآ اَنْبَتَتِ الْاَرْضُ مُنْذُ

سردار محمد ڪريم تي ايتري تعداد ۾ جيترا سلا زمين ڄمايا، جڏهن کان زمين

دَحَوْتَهَا ۝ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ

ٺهي آهي. ۽ صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي ايتري تعداد ۾ جيترا تارا

النُّجُوْمِ فِي السَّمَآءِ فَاِنَّكَ اَحْصَيْتَهَا ۝ وَصَلِّ

آسمان ۾ آهن ڇو ته بيشڪ تو کي انهن جو تعداد معلوم آهي. ۽ تون صلوٰة

عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا تَنَفَّسَتِ الْاَرْوَاحُ

موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي ايتري تعداد ۾ جيترا ساه روحن کنيا آهن

مُنْذُ خَلَقْتَهَا ۝ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

جڏهن کان تو روحن کي پيدا ڪيو آهي. ۽ تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي

عَدَدَ مَا خَلَقْتَ وَمَا تَخْلُقُ وَمَآ اَحَاطَ بِهٖ

ايتري تعداد ۾ جيتري مخلوق تو پيدا ڪئي آهي يا تون پيدا ڪندين ۽ جيترن تي تنهنجي

عِلْمِكَ وَاَضْعَافَ ذٰلِكَ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ

علم جو وسيع دائرو آهي ۽ اُن کان ٻه زياده ۔ اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل

عَلَيْهِمْ عَدَدَ خَلْقِكَ وَرِضَاءَ نَفْسِكَ وَزِنَةَ

پاڪ ڪريمن تي تنهنجي مخلوق جيتري ۽ تنهنجي رضا جيتري ۽ تنهنجي عرش

عَرْشِكَ وَمِدَادَ كَلِمَاتِكَ وَمَبْلَغَ عِلْمِكَ

عظيم جي وزن جيتري ۽ لوح محفوظ جي مس جيتري ۽ تنهنجي وسيع علم

وَاٰيَاتِكَ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَيْهِمْ صَلٰوةً

۽ نشانين جيتري. اي منهنجا الله تون پاڪ ڪريمن تي اُها صلوٰة موڪل جيڪا

تَفُوْقُ وَتَفْضُلُ صَلٰوةَ الْمُصَلِّيْنَ عَلَيْهِمْ

اعلىٰ ۽ افضل هجي انهي صلوٰة کان جيڪا سموري مخلوق پاڪ ڪريمن تي

مِّنَ الْخَلْقِ اَجْمَعِيْنَ كَفَضْلِكَ عَلٰى جَمِيْعِ

موڪلي رهي آهي جهڙيطرح توکي سموري مخلوق تي

خَلْقِكَ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَيْهِمْ صَلٰوةً

ترجيح آهي. اي منهنجا الله تون پاڪ ڪريمن تي اها صلوٰة موڪل جيڪا

دَائِمَةً مُّسْتَمِرَّةَ الدَّوَامِ عَلٰى مَرِّ اللَّيَالِي

مستقل هجي، راتين ۽ ڏينهن گذرڻ جي باوجود هميشه

وَالْاَيَّامِ مُتَّصِلَةَ الدَّوَامِ لَا انْقِضَآءَ لَهَا

جاري ۽ ساري هجي (۽ ان کي) انتها نه هجي

وَلَا انْصِرَامَ عَلٰى مَرِّ اللَّيَالِيْ وَالْاَيَّامِ عَدَدَ

۽ نه اهي راتين ۽ ڏينهن گذرڻ سان ختم ٿئي، قدر (انهن صلوٰة جو)

كُلِّ وَابِلٍ وَّطَلٍّ ۞ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى

سمورن مينهن ۽ ماڪ جيترو هجي. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ نَّبِيِّكَ وَسَيِّدِنَا اِبْرٰهِيْمَ

اسان جي سردار محمد ڪريم تي جيڪو تنهنجو سچو نبي آهي ۽ حضرت ابراهيم تي

خَلِيْلِكَ وَعَلٰى جَمِيْعِ اَنْبِيَآئِكَ وَاَصْفِيَآئِكَ

جيڪو تنهنجو پيارو آهي ۽ سڀني نبين تي ۽ چونڊيل ٻانهن تي جيڪي

مِنْ اَهْلِ اَرْضِكَ وَسَمَآئِكَ عَدَدَ خَلْقِكَ

زمين مان هجن يا آسمان مان، ايتري تعداد ۾ جيتري تنهنجي

وَرِضَآءَ نَفْسِكَ وَزِنَةَ عَرْشِكَ وَمِدَادَ

مخلوق آهي ۽ تنهنجي رضا آهي ۽ تنهنجي عرش عظيم جو وزن آهي ۽

كَلِمَاتِكَ وَمُنْتَهٰى عِلْمِكَ وَزِنَةَ جَمِيْعِ

لوح محفوظ جي مس آهي ۽ تنهنجي علم جي انتها آهي ۽ سموري مخلوق جو

مَخْلُوْقَاتِكَ صَلٰوةً مُّكَرَّرَةً اَبَدًا اَعْدَادَ مَا

وزن آهي (اها) صلواة هميشه لاڳيتي هجي، ايتري تعداد ۾ جيترو

اَحْصٰى عِلْمُكَ وَمِلْءَ مَا اَحْصٰى عِلْمُكَ

تنهنجو علم وسيع آهي ۽ تنهنجي وسيع علم جي مقدار موجب بلڪ

وَاَضْعَافَ مَا اَحْصٰى عِلْمُكَ صَلٰوةً تَزِيْدُ

اُن وسيع علم کان به زياده صلواتون نازل فرماءِ ۽ پاڻ

وَتَفُوْقُ وَتَفْضُلُ صَلٰوةَ الْمُصَلِّيْنَ عَلَيْهِمْ

ڪريمن تي (اي الله) اها صلواة موڪل جيڪا اعلىٰ ۽ افضل هجي (انهي صلواة

مِنَ الْخَلْقِ اَجْمَعِيْنَ كَفَضْلِكَ عَلٰى جَمِيْعِ

کان) جيڪا سموري مخلوق موڪلي رهي آهي جهڙيطرح توکي سموري مخلوق

خَلْقِكَ ○ ثُمَّ تَدْعُوْا بِهٰذَا الدُّعَاءِ فَاِنَّهٗ مَرْجُوُّ

تي ترجيح آهي. ان کان پوءِ هيءُ دعا گهري وڃي: وڏي اميد آهي ته

الْاِجَابَةِ اِنْ شَآءَ اللّٰهُ تَعَالٰى بَعْدَ الصَّلٰوةِ

اِن شاءَالله تعالىٰ اها دعا قبول ٿيندي جيڪا دعا پاڻ ڪريمن صلى

عَلَى النَّبِيِّ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ○ اَللّٰهُمَّ

الله عليه وسلم تي صلواة پڙهڻ کان پوءِ گهري وڃي. اي منهنجا الله تون

اجْعَلْنِي مِمَّنْ لَزِمَ مِلَّةَ نَبِيِّكَ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ صَلَّى

مون کي انهن مان ٿين مان ڪر جيڪي تنهنجي نبي رسول، اسان جي سردار

اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ وَعَظَّمَ حُرْمَتَهُ وَاَعَزَّ

محمد ڪريم صلی اللہ علیہ وسلم جي دين تي قائم آهن ۽ الله تعالیٰ سندن رتبو وڏو ڪيو

كَلِمَتَهُ وَحَفِظَ عَهْدَهُ وَذِمَّتَهُ وَنَصَرَ

۽ سند ڪلمي کي اعزاز ڏنو ۽ سندن وعدن ۽ اقرارن جي حفاظت ڪئي ۽ سندن

حِزْبَهُ وَدَعْوَتَهُ وَكَثَّرَ تَابِعِيهِ وَفِرْقَتَهُ

لشڪر ۽ دعوت جي مدد ڪئي ۽ گهڻا ماڻهو ۽ فرقا سندن تابعدار ٿيا ۽ سندن

وَوَافَى زُمْرَتَهُ وَلَمْ يُخَالِفْ سَبِيلَهُ وَ

جماعت کي مڪمل ڪيو ۽ سندن رستي ۽ سنت جي مخالفت نہ

سُنَّتَهُ ○ اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَسْئَلُكَ الْاِسْتِمْسَاكَ

ڪئي وئي. اي منهنجا الله بيشڪ آئون توکان سندن سنت تي عمل ڪرڻ

بِسُنَّتِهِ وَاَعُوْذُبِكَ مِنَ الْاِنْحِرَافِ عَمَّا جَاءَ

جو سوال ڪريان ٿو ۽ توکان سُنتِ رسول جي مخالفت جي پناهہ گهران

بِهِ ○ اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَسْئَلُكَ مِنْ خَيْرِ مَا سَئَلَكَ

ٿو ١٠ اي منهنجا الله بيشڪ آئون توکان ان خير جي دعا گهران ٿو جيڪا

مِنْهُ سَيِّدُنَا مُحَمَّدٌ نَبِيُّكَ وَرَسُوْلُكَ صَلَّى

تو کان اسان جي سردار محمد ﷺ کريم گهري آهي جيڪو تنهنجو پيارو نبي ۽ سچو رسول آهي

اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ وَاَعُوْذُ بِكَ مِنْ شَرِّ

صلی الله عليه وسلم ۽ آئون تو کان اُن شر متعلق پناھ گهران

مَا اسْتَعَاذَكَ مِنْهُ سَيِّدُنَا مُحَمَّدٌ نَبِيُّكَ

تو جنهن جي تو کان اسان جي سردار محمد ﷺ کريم پناھ گهري آهي جيڪو تنهنجو

وَرَسُوْلُكَ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ○ اَللّٰهُمَّ

پيارو نبي ۽ سچو رسول آهي صلی الله عليه وآله وسلم . اي منهنجا الله تون

اعْصِمْنِيْ مِنْ شَرِّ الْفِتَنِ وَعَافِنِيْ مِنْ جَمِيْعِ

مون کي فتنن جي شر کان محفوظ رک ۽ مون کي تڪليف کان

الْمِحَنِ وَاَصْلِحْ مِنِّيْ مَا ظَهَرَ وَمَا بَطَنَ وَ

بچاءِ ۽ منهنجي ظاهر ۽ باطن جو اصلاح ڪر ۽

نَقِّ قَلْبِيْ مِنَ الْحِقْدِ وَالْحَسَدِ وَلَا تَجْعَلْ عَلَيَّ

منهنجي دل کي حسد ۽ ڪيني کان پاڪ ڪر ۽ مون کي ڪنهن جي

تِبَاعَةً لِاَحَدٍ ○ اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَسْئَلُكَ الْاَخْذَ

اڳيان محتاج نه ڪر . اي منهنجا الله بيشڪ آئون توکان ان بهتري جو سوال

بِاَحْسَنِ مَا نَعْلَمُ وَالتَّرْكَ لِسَيِّئِ مَا نَعْلَمُ

ڪريان ٿو جيڪا تون ڄاڻين ٿو ۽ اُن گناهه جي ڇڏڻ جو سوال ڪريان ٿو

وَاَسْئَلُكَ التَّكَفُّلَ بِالرِّزْقِ وَالزُّهْدَ فِي

جيڪو تون ڄاڻين ٿو ۽ توکان رزق جي برڪت جي دُعا گهران ٿو ۽ دُنيا کان

الْكَفَافِ وَالْمَخْرَجَ بِالْبَيَانِ مِنْ كُلِّ شُبْهَةٍ

بي توجهي جي دُعا گهُران ٿو ۽ هر شڪ ۽ شبهه کان نڪرڻ جي دُعا گهران ٿو

وَالْفَلْجَ بِالصَّوَابِ فِي كُلِّ حُجَّةٍ وَّالْعَدْلَ

۽ هر ڪم ۾ سدائي ۽ فتح جي دُعا گهران ٿو ۽ ڪاوڙ وقت انصاف

فِي الْغَضَبِ وَالرِّضَآءِ وَالتَّسْلِيْمَ لِمَا

جي دُعا گهران ٿو ۽ تنهنجي فيصلن تي رضامنديءَ جي

يَجْرِيْ بِهِ الْقَضَآءُ وَالْاِقْتِصَادَ فِي الْفَقْرِ

دُعا گهُران ٿو، ۽ اميري ۽ غريبي ۾ وچٿري هلڻ

وَالْغِنٰى وَالتَّوَاضُعَ فِي الْقَوْلِ وَالْفِعْلِ

جي دُعا گهران ٿو ۽ قول ۽ فعل ۾ نوڙت جي دُعا گهُران ٿو

وَالصِّدْقَ فِي الْجِدِّ وَالْهَزْلِ ۝ اَللّٰهُمَّ

۽ ڏک ۽ سک ۾ سچائيءَ جي دُعا گهُران ٿو. اي منهنجا الله

اِنَّ لِيْ ذُنُوْبًا فِيْمَا بَيْنِيْ وَبَيْنَكَ وَذُنُوْبًا

بيشڪ مون کي تنهنجا گناه ڪيا آهن ۽ ڪي تنهنجي

فِيْمَا بَيْنِيْ وَبَيْنَ خَلْقِكَ ۝ اَللّٰهُمَّ مَا

مخلوق جا گناه ڪيا اٿم. اي منهنجا الله جيڪي

كَانَ لَكَ مِنْهَا فَاغْفِرْهُ وَمَا كَانَ مِنْهَا

مون تنهنجا گناه ڪيا آهن تون اهي بخش ڪر ۽ جيڪي مخلوق جا گناه

لِخَلْقِكَ فَتَحَمَّلْهُ عَنِّيْ وَاَغْنِنِيْ بِفَضْلِكَ

ڪيا اٿم اهي تون مون تان ڪٽائي ڇڏ ۽ مون کي تون پنهنجي فضل سان غني ڪر

اِنَّكَ وَاسِعُ الْمَغْفِرَةِ ۝ اَللّٰهُمَّ نَوِّرْ بِالْعِلْمِ

بيشڪ تون گهڻو بخشيندڙ آهين. اي منهنجا الله تون منهنجي دل کي علم سان

قَلْبِيْ ۝ وَاسْتَعْمِلْ بِطَاعَتِكَ بَدَنِيْ ۝ وَخَلِّصْ

منور ڪر ۽ منهنجي بدن کي پنهنجي اطاعت جي توفيق عطا ڪر ۽ منهنجي سوچ

مِنَ الْفِتَنِ سِرِّيْ ۝ وَاشْغَلْ بِالْاِعْتِبَارِ

کي فتنن کان آزاد ڪر. ۽ منهنجي سوچ کي پنهنجي عبرت ۾ مشغول

فِكْرِيْ وَقِنِيْ شَرَّ وَسَاوِسِ الشَّيْطَانِ ۝ وَ

ڪر ۽ اي الله تون مون کي شيطان جي وسوسن جي شر کان بچاءِ ۽

اَجِرْنِيْ مِنْهُ يَارَحْمٰنُ حَتّٰى لَايَكُوْنَ لَهٗ

اي الله تون مون کي وسوسن کان محفوظ رک ايستائين جو وسوسن جو

عَلَيَّ سُلْطَانٌ ○

مون تي ڪو اثر نہ رهي. (آمين)

# اَلْحِزْبُ الثَّانِيْ

حصو بيو چنڇر جي ڏينهن پڙهي

اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَسْئَلُكَ مِنْ خَيْرِ مَا تَعْلَمُ وَ

اي منهنجا الله بيشڪ آئون توکان انهي خير جي دعا گهران ٿو جيڪو تون ڄاڻين ٿو

اَعُوْذُبِكَ مِنْ شَرِّ مَا تَعْلَمُ وَاَسْتَغْفِرُكَ

۽ ان شر کان پناھ گهران ٿو جيڪو تون ڄاڻين ٿو ۽ آئون توکان هر گناھ جي

مِنْ كُلِّ مَا تَعْلَمُ اِنَّكَ تَعْلَمُ وَلَا نَعْلَمُ وَ

بخشش گهران ٿو جيڪو تون ڄاڻين ٿو بيشڪ تون (سڀ ڪجهہ) ڄاڻين ٿو ۽ اسين نہ

اَنْتَ عَلَّامُ الْغُيُوْبِ ○ اَللّٰهُمَّ ارْحَمْنِيْ

ٿا ڄاڻون ۽ تون غيب جو وڏيڪ ڄاڻندڙ آهين. اي منهنجا الله تون هن وقت مون

مِنْ زَمَانِيْ هٰذَا وَاِحْدَاقِ الْفِتَنِ وَتَطَاوُلِ

تي رحم ڪر ۾ فتنن کان پناهه ۾ رک ۽ ظالمن

اَهْلِ الْجُرْاَةِ عَلَيَّ وَاسْتِضْعَافِهِمْ اِيَّايَ ○

کان پناهه ۾ رک. متان اهي مون کي ڪمزور ڪري ڇڏن.

اَللّٰهُمَّ اجْعَلْنِيْ مِنْكَ فِيْ عِيَاذٍ مَّنِيْعٍ وَّ

اي منهنجا الله تون مون کي سموري مخلوق کان پنهنجي مڪمل پناهه

حِرْزٍ حَصِيْنٍ مِّنْ جَمِيْعِ خَلْقِكَ حَتّٰى

۽ مضبوط قلعي ۾ محفوظ رک ايستائين جو

تُبَلِّغَنِيْ اَجَلِيْ مُعَافًى ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى

سلامتي سان مون کي موت پهچي . اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰۤى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ

اسان جي سردار محمد ڪريم تي اسان جي سردار محمد ڪريم جي اولاد تي ايتري تعداد

مَنْ صَلّٰى عَلَيْهِ ○ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

۾ جيترا ماڻهو صلوٰة پڙهن ٿا. ۽ تون اسان جي سردار محمد ڪريم تي ۽ سندن

وَّعَلٰۤى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَنْ لَّمْ يُصَلِّ

اولاد تي ايتري تعداد ۾ صلوٰة موڪل جيترا ماڻهو پاڻ ڪريمن تي صلوٰة نٿا

عَلَيْهِ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ

پڙهڻ ۽ تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا تَنْبَغِى الصَّلٰوةُ عَلَيْهِ وَ

ڪريم جي اولاد تي جيئنڪ سندن شايان شان هجي ۽

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي

كَمَا تَجِبُ الصَّلٰوةُ عَلَيْهِ ○ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

اولاد تي جيئنڪ تو مٿن صلوٰة پڙهڻ واجب ڪئي آهي. ۽ صلوٰة موڪل تون اسانجي

مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا اَمَرْتَ

سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسانجي سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي جيئنڪ تو سندن

اَنْ يُّصَلّٰى عَلَيْهِ ○ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

مٿان صلوٰة پڙهڻ جو ڪر فرمايو آهي. ۽ تون صلوٰة موڪل اسانجي سردار محمّد ڪريم

وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ الَّذِىْ نُوْرُهٗ مِنْ نُّوْرِ

تي ۽ اسانجي سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي جن جو نور مبارڪ سڀني

الْاَنْوَارِ وَاَشْرَقَ بِشُعَاعِ سِرِّهِ الْاَسْرَارُ ○

نورن جو اصل آهي ۽ سندن نور جي روشني سان سڀئي راز ظاهر ٿي پيا.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اَهْلِ بَيْتِهِ الْاَبْرَارِ

محمد ڪريم جي اولاد تي ۽ پاڻ ڪريمن جي سيني پلار ن

اَجْمَعِيْنَ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

اهلبيتن تي. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد

وَّعَلٰى اٰلِهٖ بَحْرِ اَنْوَارِكَ وَمَعْدِنِ اَسْرَارِكَ

ڪريم تي ۽ سندن اولاد تي جيڪي تنهنجي نورانيت جا دريا آهن ۽ تنهنجي

وَلِسَانِ حُجَّتِكَ وَعَرُوْسِ مَمْلَكَتِكَ وَاِمَامِ

رازن جي کاڻ آهن ۽ تنهنجي دليل جي زبان آهن ۽ تنهنجي بادشاهي جو سينگار آهن

حَضْرَتِكَ وَخَاتَمِ اَنْبِيَآئِكَ صَلٰوةً تَدُوْمُ

۽ تنهنجي دربار جا اڳوان آهن ۽ پاڻ خاتم النبيين آهن، اُها صلوٰة نازل فرماءِ

بِدَوَامِكَ وَتَبْقٰى بِبَقَآئِكَ صَلٰوةً تُرْضِيْكَ

جيڪا تنهنجي وجود ۽ تنهنجي بقا سان باقي هجي اهڙي صلوٰة هجي جيڪا توکي ۽

وَتُرْضِيْهِ وَتَرْضٰى بِهَا عَنَّا يَارَبَّ الْعٰلَمِيْنَ

تنهنجي رسول عربي کي راضي ڪري ۽ انهي صلوٰة سان يارب العٰلمين تون اسان کان راضي

اَللّٰهُمَّ رَبَّ الْحِلِّ وَالْحَرَمِ وَرَبَّ الْمَشْعَرِ

اي منهنجا الله، اي حرم شريف جي اندر ۽ ٻاهر جا رب ۽ مزدلفه جا رب ۽ اي

الْحَرَامِ وَرَبَّ الْبَيْتِ الْحَرَامِ وَرَبَّ الرُّكْنِ

بيت الله جا رب اي رڪن يماني ۽ مقام ابراهيم جا

وَالْمَقَامِ اَبْلِغْ لِسَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ مِّنَّا

رب، تون اسان جي پاران سلام پهچاءِ، اسان جي سردار ۽ اسان جي سائين

السَّلَامَ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا

محمد ڪريم تي. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار ۽ اسان جي آقا

مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الْاَوَّلِيْنَ وَالْاٰخِرِيْنَ ○ اَللّٰهُمَّ

محمد ڪريم تي جيڪي پهرين ۽ پوين (مالڪن) جا سردار آهن. اي منهنجا الله

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ فِيْ كُلِّ

تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار ۽ اسان جي آقا محمد ڪريم تي هر وقت

وَقْتٍ وَّحِيْنٍ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

۽ هر زماني ۾. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار

وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ فِي الْمَلَاِ الْاَعْلٰى اِلٰى يَوْمِ

۽ اسان جي آقا محمد ڪريم تي ملائڪن جي موجودگي ۾ قيامت

الدِّيْنِ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلٰنَا

تائين . اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار ۽ اسان جي آقا

مُحَمَّدٍ حَتّٰى تَرِثَ الْاَرْضَ وَمَنْ عَلَيْهَا وَ

محمّد ڪريم تي ايستائين جو تنهنجي مالڪي زمين تي ۽ زمين وارن تي ٿي وڃي ۽

اَنْتَ خَيْرُ الْوَارِثِيْنَ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

تون بهترين مالڪ آهين . اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار

مُحَمَّدِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

محمّد ڪريم تي جيڪي ساري ڪائنات[1] جا اصل آهن ۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي اولاد

كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى سَيِّدِنَا اِبْرٰهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ

تي جيئن ڪ تو صلوٰة موڪلي حضرت ابراهيم تي بيشڪ تون گهڻو ساراهيل

مَّجِيْدٌ ۝ وَبَارِكْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ النَّبِيِّ

پاڪ آهين . ۽ تون برڪت موڪل اسان جي سردار محمّد رسول الله تي جيڪي

الْاُمِّيِّ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى سَيِّدِنَا اِبْرٰهِيْمَ

ساري ڪائنات جا اصل آهن جيئن ڪ برڪت موڪلي تو حضرت ابراهيم تي

اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى

بيشڪ تون گهڻو ساراهيل پاڪ آهين . اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي

[1] المفردات في غرائب القرآن عربي -

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ

سردار محمّد کريم تي ۽ اسان جي سردار محمد کريم جي اولاد تي ايتري تعداد

مَا اَحَاطَ بِهٖ عِلْمُكَ وَجَرٰى بِهٖ قَلَمُكَ وَ

۾ جيترو تنهنجي وسيع علم جو دائرو آهي ۽ ان کي تنهنجي قلم لکت ۾ آندو ۽

سَبَقَتْ بِهٖ مَشِيْئَتُكَ وَصَلَّتْ عَلَيْهِ مَلٰٓئِكَتُكَ

تنهنجي ارادي ۾ پهريائين تي چڪو آهي ۽ پاڻ ڪريمن تي ايتري تعداد ۾ صلواة

صَلٰوةً دَآئِمَةً بِدَوَامِكَ بَاقِيَةً بِفَضْلِكَ وَ

موکل جيتري صلواة ملائڪن پڙهي آهي، اها صلواة هميشه واري هجي تنهنجي هميشگي سان

اِحْسَانِكَ اِلٰٓى اَبَدِ الْاَبَدِ اَبَدًا اَلَّا نِهَايَةَ

۽ سدائين هجي تنهنجي ڀلائي ۽ احسان سان، هميشه هميشه تائين. ايتري مستقل هجي

لِاَبَدِيَّتِهٖ وَلَا فَنَآءَ لِدَيْمُوْمِيَّتِهٖ ۝ اَللّٰهُمَّ

جنهن کي انتها ۽ فنا نه هجي. اي منهنجا الله تون

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا

صلواة موکل اسان جي سردار محمّد کريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد کريم جي

مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا اَحَاطَ بِهٖ عِلْمُكَ وَاَحْصَاهُ

اولاد تي ايتري تعداد ۾ جيترو تنهنجي وسيع علم جو دائرو آهي ۽ تنهنجي لکت

كِتَابُكَ وَشَهِدَتْ بِهٖ مَلٰٓئِكَتُكَ وَارْضَ عَنْ

جو آهي ۽ تنهنجي ملائڪن ان جي گواهي ڏني آهي ۽ تون پاڻ ڪريمن

اَصْحَابِهٖ وَارْحَمْ اُمَّتَهٗ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ○

جي اصحابن کان راضي ٿي ۽ سندن امت تي رحم ڪر، بيشڪ تون گهڻو ساراهيل

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ

پاڪ آهين. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي ۽ اسان جي

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى جَمِيْعِ اَصْحَابِ سَيِّدِنَا

سردار محمد ڪريم جي اولاد تي ۽ اسان جي سردار محمد ڪريم جي سڀني اصحابن

مُحَمَّدٍ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى

تي. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي ۽

اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى سَيِّدِنَا

اسان جي سردار محمد ڪريم جي اولاد تي جيئن ڪ صلوٰة موڪلي تو حضرت

اِبْرٰهِيْمَ وَبَارِكْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ

ابراهيم تي ۽ تون برڪت موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي ۽ اسان جي

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى سَيِّدِنَا اِبْرٰهِيْمَ

سردار محمد ڪريم جي اولاد تي جيئن ڪ تو برڪت موڪلي حضرت ابراهيم تي

وَعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا اِبْرٰهِيْمَ فِي الْعَالَمِيْنَ اِنَّكَ

ان دور ۾ ۽ حضرت ابراهيم جي اولاد تي بيشڪ تون گهڻو

حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ○ اَللّٰهُمَّ بِخُشُوْعِ الْقَلْبِ عِنْدَ

ساراهيل پاڪ آهين. اي منهنجا الله دل جي صداقت سان ۽ تنهنجي

السُّجُوْدِ لَكَ يَا سَيِّدِيْ بِغَيْرِ جُحُوْدٍ وَّبِكَ يَا

دربار ۾ سجدو ڪرڻ سان يا الله اسين تنهنجي وجود جا انڪاري ناهيون ۽ يا

اَللّٰهُ يَا جَلِيْلُ فَلَا شَيْءَ يُدَانِيْكَ فِيْ غَلِيْظِ

الله اسين تو کان مدد وٺون ٿا، پوءِ تنهنجا ڪيل وعدا سڀ سچا

الْعُهُوْدِ وَبِكُرْسِيِّكَ الْمُكَلَّلِ بِالنُّوْرِ اِلٰى عَرْشِكَ

آهن ۽ تنهنجي ڪرسي عرشِ عظيم تائين نور سان سينگاريل

الْعَظِيْمِ الْمَجِيْدِ ○ وَبِمَا كَانَ تَحْتَ عَرْشِكَ

آهي ۽ انهن شين جي وسيلي سان (دعا گهران ٿو) جيڪي توحق

حَقًّا قَبْلَ اَنْ تَخْلُقَ السَّمٰوٰتِ وَصَوْتَ الرُّعُوْدِ

سان عرشِ عظيم جي هيٺان تيار ڪيون آهن، آسمان جي تخليق ۽ وڄ جي

لَكَ اِذْ كُنْتَ مِثْلَ مَا لَمْ تَزَلْ قَطُّ اِلٰهًا

آواز کان به اڳ ۾ جو ته تون هميشه هئين ۽ تنهنجو ڪو مثال ئي ڪونه هيو. اي

عُرِفْتَ بِالتَّوْحِيدِ فَاجْعَلْنِي مِنَ الْمُحِبِّينَ

الله توکي تنهنجي توحيد سان سڃاتو ويو، پوءِ تون مون کي پاڻ وٽ محبت

الْمَحْبُوبِينَ الْمُقَرَّبِينَ الْعَارِفِينَ الْعَاشِقِينَ

رکندڙن ۽ محبوبين ۽ مقربين ۽ عارفن ۽ عاشقن مان ڪر جيڪي

لَكَ يَا اَللّٰهُ يَا اَللّٰهُ يَا اَللّٰهُ يَا اَللّٰهُ يَا اَللّٰهُ

تنهنجا خاص بندا آهن. يا الله يا الله يا الله يا الله

يَا اَللّٰهُ يَا اَللّٰهُ يَا اَللّٰهُ يَا وَدُودُ ۞ اَللّٰهُمَّ

يا الله يا الله يا الله اي گهڻي محبت رکندڙ. اي منهنجا الله

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَآ

تون صلواة موڪل اسان جي سردار ۽ آقا محمد ڪريم تي ايتري تعداد ۾

اَحَاطَ بِهٖ عِلْمُكَ ۞ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى

جيترو تنهنجو علم وسيع آهي. اي منهنجا الله تون صلواة موڪل اسانجي

سَيِّدِنَا وَمَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَآ اَحْصَاهُ

سردار ۽ آقا محمد ڪريم تي ايتري تعداد ۾ جيتري تنهنجي

كِتَابُكَ ۞ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

لکت آهي. اي منهنجا الله تون صلواة موڪل اسان جي سردار

وَمَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا نَفَذَتْ بِهٖ

۽ آقا محمّد ڪريم تي ايتري تعداد ۾ جيترا تنهنجا حڪم جاري

قُدْرَتُكَ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَ

ٿيا آهن . اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار ۽

مَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا خَصَّصَتْهُ

آقا محمّد ڪريم تي ايتري تعداد ۾ جيترو تنهنجو مخصوص

اِرَادَتُكَ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

ارادو آهي . اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار

وَمَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا تَوَجَّهَ اِلَيْهِ

۽ آقا محمّد ڪريم تي ايتري تعداد ۾ جيترا دفعا تو (مخلوق) کي امر

اَمْرُكَ وَنَهْيُكَ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

۽ نهي ڪئي آهي . اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي

وَمَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا وَسِعَهٗ سَمْعُكَ ○

سردار ۽ آقا محمّد ڪريم تي ايتري تعداد ۾ جيتري تنهنجي وسيع سماعت[1] آهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار ۽ آقا محمّد ڪريم تي

[1] ٻڌڻ جي طاقت -

عَدَدَ مَآ اَحَاطَ بِهٖ بَصَرُكَ ○ اَللّٰهُمَّ

ايتري تعداد ۾ جيتري تنهنجي وسيع بصارت آهي. اي منهنجا الله تون

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا

صلوٰة موڪل اسان جي سردار ۽ آقا محمّد ڪريمؐ تي ايتري تعداد ۾

ذَكَرَهُ الذّٰكِرُوْنَ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

جيترا دفعا ذڪر ڪندڙ سندن ذڪر ڪن ٿا. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي

وَمَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا غَفَلَ عَنْ ذِكْرِهٖ

۽ آقا محمّد ڪريمؐ تي ايتري تعداد ۾ جيترا غافل سندن ذڪر کان

الْغٰفِلُوْنَ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَ

غفلت ڪن ٿا. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار

مَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ قَطْرِ الْاَمْطَارِ ○ اَللّٰهُمَّ

۽ آقا محمّد ڪريمؐ تي ايتري تعداد ۾ جيترا مينهن جا ڦڙا آهن. اي منهنجا الله

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ اَوْرَاقِ

تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار ۽ آقا محمّد ڪريمؐ تي ايتري تعداد ۾

الْاَشْجَارِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَ

جيترا وڻن ۾ پن آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار

ـلـه ڏسڻ جي طاقت.

مَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ دَوَآبِّ الْقِفَارِ ۝ اَللّٰهُمَّ

۽ آقا محمّد ڪريم تي ايتري تعداد ۾ جيترا اڃ پايا بربنن ۾ آهن. اي منهنجا الله

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ دَوَآبِّ

تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار ۽ آقا محمّد ڪريم تي ايتري تعداد ۾ جيترا جاندار

الْبِحَارِ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلٰنَا

پاڻي ۾ آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار ۽ آقا

مُحَمَّدٍ عَدَدَ مِيَاهِ الْبِحَارِ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ

محمّد ڪريم تي ايتري تعداد ۾ جيترو پاڻي سمنڊن ۾ آهي. اي منهنجا الله تون صلوٰة

عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا اَظْلَمَ

موڪل اسان جي سردار ۽ آقا محمّد ڪريم تي ايتري تعداد ۾ جيتري اونداهي

عَلَيْهِ الَّيْلُ وَاَضَآءَ عَلَيْهِ النَّهَارُ ۝ اَللّٰهُمَّ

رات ۾ ٿئي ٿي ۽ جيتري روشني ڏينهن ۾ ٿئي ٿي. اي منهنجا الله تون

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ بِالْغُدُوِّ

صلوٰة موڪل اسان جي سردار ۽ آقا محمّد ڪريم تي هر صبح

وَالْاٰصَالِ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَ

۽ هر شام. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار ۽

مَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ الرِّمَالِ ○ اَللّٰهُمَّ

آقا محمّد ڪريم تي وارِيءَ جي ذرڙن جيترو. اي منهنجا الله تون

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ

صلوٰة موڪل اسان جي سردار ۽ آقا محمّد ڪريم تي سيني

النِّسَآءِ وَالرِّجَالِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى

انسانن جيترو. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي

سَيِّدِنَا وَمَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ رِّضَآءَ نَفْسِكَ ○

سردار ۽ آقا محمّد ڪريم تي پنهنجي رضا جيترو.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار ۽ آقا محمّد ڪريم تي

مِّدَادَ كَلِمَاتِكَ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

پنهنجي لڪت جي مس جيترو. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي

وَمَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ مِّلْءَ سَمٰوَاتِكَ وَاَرْضِكَ ○

سردار ۽ آقا محمّد ڪريم تي آسمانن ۽ زمينن جيترو.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار ۽ آقا محمّد ڪريم تي

زِنَةَ عَرْشِكَ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

عرش عظيم جي وزن جيتري. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي

وَمَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَخْلُوْقَاتِكَ ۝ اَللّٰهُمَّ

سردار ۽ آقا محمد ڪريم تي تنهنجي مخلوقات جيتري. اي منهنجا الله

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ اَفْضَلَ

تون صلوٰة موڪل اسانجي سردار ۽ آقا محمد ڪريم تي جيڪا تو وٽ بلي ڪات

صَلَوَاتِكَ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى نَبِيِّ الرَّحْمَةِ ۝

بلي صلوٰة هجي. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل ان سچي نبي تي جيڪي باعث رحمت

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى شَفِيْعِ الْاُمَّةِ ۝ اَللّٰهُمَّ

آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل ان نبي تي جيڪي امت جي شفاعت ڪندڙ آهن. اي منهنجا

صَلِّ عَلٰى كَاشِفِ الْغُمَّةِ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ

الله تون صلوٰة موڪل ان نبي تي جيڪي غمن کي لاهيندڙ آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة

عَلٰى مُجَلِّي الظُّلْمَةِ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى

موڪل ان نبي تي جيڪي اونداهي کي روشن ڪندڙ آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل ان

مَوْلَى النِّعْمَةِ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَوْلٰى

نبي تي جيڪي نعمت جا مالڪ آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل ان نبي تي جيڪي

الرَّحْمَةِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ الْحَوْضِ

رحمت جا مالڪ آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن نبي تي جيڪي حوض ڪوثر

الْمَوْرُوْدِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ الْمَقَامِ

جا مالڪ آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن نبي تي جيڪي مقام محمود جا

الْمَحْمُوْدِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ اللِّوَآءِ

مالڪ آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن نبي تي جيڪي جهنڊو

الْمَعْقُوْدِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ الْمَكَانِ

ڪٽندڙ آهن . اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن نبي تي جيڪي قيامت ۾ شاهد

الْمَشْهُوْدِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَى الْمَوْصُوْفِ

ڪيا ويندا . اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن نبي تي جيڪي ڪرم ۽ سخا

بِالْكَرَمِ وَالْجُوْدِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ

سان موصوف آهن . اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن نبي تي جيڪي

هُوَ فِي السَّمَآءِ سَيِّدُنَا مَحْمُوْدٌ وَّفِي الْاَرْضِ

آسمانن ۾ سيدنا محمود جي نالي سان مشهور آهن ۽ زمين تي سيدنا

سَيِّدُنَا مُحَمَّدٌ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ

محمد جي نالي سان مشهور آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل مُهر نبوت

له مخلوق جي قيادت ۾ اُمت جي شفاعت لاءِ (قيامت جي ڏينهن ۾).

الشَّامَةِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ

واري پيغمبر تي. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل نشاني ڪيل پيغمبر

الْعَلَامَةِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَى الْمَوْصُوْفِ

لي. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن پيغمبر تي جيڪي صاحب

بِالْكَرَامَةِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَى الْمَخْصُوْصِ

احسان آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن پيغمبر تي جيڪي سرداري لاءِ

بِالزَّعَامَةِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ كَانَ

خاص ڪيا ويا آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن پيغمبر تي جنهن جي

تُظِلُّهُ الْغَمَامَةُ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ

مٿان ڪڪر ڇانو ڪئي. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن پيغمبر تي

كَانَ يَرٰى مَنْ خَلْفَهٗ كَمَا يَرٰى مَنْ اَمَامَهٗ ○

جيڪي غائب ۽ حاضر کي هڪ جهڙو ڏسندڙ آهن.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَى الشَّفِيْعِ الْمُشَفَّعِ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ○

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن پيغمبر تي جيڪي قيامت ۾ شفاعتِ ڪبريٰ ڪندڙ ۽ سندن

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ الضَّرَاعَةِ ○

شفاعت کي قبول ڪيو ويندو. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن پيغمبر تي جيڪي نياز ۽ نوڙت جا

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ الشَّفَاعَةِ ۝

صاحب آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن پيغمبر تي جيڪي شفاعتِ عظميٰ[1] جا مالڪ آهن .

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ الْوَسِيْلَةِ ۝

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن پيغمبر تي جيڪي اُمت جا وسيلا آهن .

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ الْفَضِيْلَةِ ۝

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل ان پيغمبر تي جيڪي يـــلارا آهن .

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ الدَّرَجَةِ الرَّفِيْعَةِ ۝

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن پيغمبر تي جيڪي بُلند درجي جا مالڪ آهن

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ الْهِرَاوَةِ ۝

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن پيغمبر تي جيڪي عصا[1] مبارڪ کڻندڙ آهن.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ النَّعْلَيْنِ ۝

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل نعلين[2] مبارڪ جي صاحب تي .

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ الْحُجَّةِ ۝

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل حُجت واري صاحب تي .

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ الْبُرْهَانِ ۝

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل دليل واري صاحب تي .

[1] لٺ مبارڪ . [2] جُتي مبارڪ .

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ السُّلْطَانِ ○

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل غلبي ڪندڙ صاحب تي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ التَّاجِ ○

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل تاج واري صاحب تي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ الْمِعْرَاجِ ○

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل معراج واري صاحب تي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ الْقَضِيْبِ ○

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل تلوار واري صاحب تي

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى رَاكِبِ النَّجِيْبِ ○

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اصيل ڏاچيءَ جي پلي سوار تي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى رَاكِبِ الْبُرَاقِ ○

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل بُراق واري سوار تي

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُخْتَرِقِ السَّبْعِ الطِّبَاقِ ○

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن نبي تي جيڪي جسماني[1] طرح آسمان جي ستن طبقن مان لنگهي ويا.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَى الشَّفِيْعِ فِىْ جَمِيْعِ

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن نبي تي جيڪي سڀني ماڻهن جا

[1] معراج شريف وقت. از قرآن مجيد.

الْاَنَامِ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ سَبَّحَ فِيْ

شافع آهن. اي منهنجا الله تون صلواة موڪل اُن نبي ﷺ تي جنهن جي هٿ

كَفِّهِ الطَّعَامُ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ

مبارڪ ۾ طعام تسبيح پڙهي ٿي. اي منهنجا الله تون صلواة موڪل ان نبي

بَكٰى اِلَيْهِ الْجِذْعُ وَحَنَّ لِفِرَاقِهِ ۝ اَللّٰهُمَّ

تي جنهن جي جدائي ۾ کجي جي ٿڙ ٻي جان دانهون ڪيون ٿي. اي منهنجا الله

صَلِّ عَلٰى مَنْ تَوَسَّلَ بِهٖ طَيْرُ الْفَلَاةِ ۝

تون صلواة موڪل اُن نبيءَ تي جنهن جو وسيلو جهنگ جهر جي پکين ورتو ٿي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ سَبَّحَتْ فِيْ

اي منهنجا الله تون صلواة موڪل اُن نبي تي جنهن جي هٿ ۾ پٿرين

كَفِّهِ الْحَصَاةُ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى

ڪلما پڙهيا ٿي. اي منهنجا الله تون صلواة موڪل ان

مَنْ تَشَفَّعَ اِلَيْهِ الظَّبْيُ بِاَفْصَحِ

نبي تي جنهن کي هرڻ پنهنجو سفارشي بنايو ۽ اُن هرڻ صاف

الْكَلَامِ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ كَلَّمَهُ

ڳالهايو ٿي. اي منهنجا الله تون صلواة موڪل اُن نبي تي جنهن سان

الضَّبُّ فِي مَجْلِسِهٖ مَعَ اَصْحَابِهٖ
هڪ گهه سيني مائٽن جي موجودگي ۾
الْاَعْلَامِ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَى الْبَشِيْرِ
گالهايو ٿي . اي منهنجا الله تون صلواة موڪل اُن نبي تي جيڪي بشارت ڏيندڙ
النَّذِيْرِ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَى السِّرَاجِ
۽ ڊيڄاريندڙ آهن . اي منهنجا الله تون صلواة موڪل ان نبي تي جيڪي روشن سج
الْمُنِيْرِ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ شَكٰى اِلَيْهِ
آهن . اي منهنجا الله تون صلواة موڪل اُن نبي تي جنهن سان هڪ اُٺ پنهنجي تڪليف جي
الْبَعِيْرُ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ تَفَجَّرَ مِنْ
شڪايت ڪئي . اي منهنجا الله تون صلواة موڪل اُن نبي تي جنهن جي آڱرين مبارڪن
بَيْنِ اَصَابِعِهِ الْمَآءُ النَّمِيْرُ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ
مان صاف ۽ مٺو پاڻي نڪتو (بطورِ معجزه) . اي منهنجا الله تون صلواة
عَلَى الطَّاهِرِ الْمُطَهَّرِ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى
موڪل اُن نبي تي جيڪي پاڪ ۽ شفاف آهن . اي منهنجا الله تون صلواة موڪل اُن نبي
نُوْرِ الْاَنْوَارِ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنِ انْشَقَّ
تي جيڪي نوراني نور آهن . اي منهنجا الله تون صلواة موڪل اُن نبي تي جن جي

لَهُ الْقَمَرُ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى الطَّيِّبِ

اشاري ۾ساچنڊ ٻه ٽڪرا ٿي پيو. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن نبي تي جيڪي اصل ۾ پاڪ

الْمُطَيَّبِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى الرَّسُوْلِ

شفاف آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل ان نبي تي جيڪي مقرّب

الْمُقَرَّبِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى الْفَجْرِ

رسول آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن نبيءَ تي جيڪي روشن ڏينهن

السَّاطِعِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى النَّجْمِ

وانگر آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن نبي تي جيڪي روشن

الثَّاقِبِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى الْعُرْوَةِ

ستارا آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل ان نبي تي جيڪي وڏي شان ۽ شوڪت

الْوُثْقٰى ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى نَذِيْرِ اَهْلِ

وارا وسيلا آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل ان نبي تي جيڪي زمين وارن لاءِ

الْاَرْضِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَى الشَّفِيْعِ يَوْمَ

ديڄاريندڙ آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن نبي تي جيڪي قيامت ۾ شفاعت

الْعَرْضِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَى السَّاقِيْ لِلنَّاسِ

ڪندڙ آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن نبي تي جيڪي ماڻهن کي (قيامت)

مِنَ الْحَوْضِ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ

حوض ڪوثر پيارينڊڙ آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل ان نبي تي جيڪي حمد جو

لِوَاءِ الْحَمْدِ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَى الْمُشَمِّرِ عَنْ سَاعِدِ

جهنڊو وٺندڙ آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل ان نبي تي جيڪي محنت ۽ مشقت

الْجِدِّ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَى الْمُسْتَعْمِلِ فِيْ مَرْضَاتِكَ

ڪندڙ آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل ان نبي تي جيڪي تنهنجي رضامندي حاصل ڪرڻ

غَايَةَ الْجُهْدِ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَى النَّبِيِّ الْخَاتِمِ ۝

لاءِ گهڻي ڪوشش ڪندڙ آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل نبي آخر زمان تي

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَى الرَّسُوْلِ الْخَاتِمِ ۝ اَللّٰهُمَّ

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل رسول آخر زمان تي. اي منهنجا الله تون

صَلِّ عَلَى الْمُصْطَفَى الْقَائِمِ ۝ اَللّٰهُمَّ

صلوٰة موڪل مصطفىٰ ڪريم تي جيڪي حق تي قائم آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة

صَلِّ عَلٰى رَسُوْلِكَ اَبِي الْقَاسِمِ ۝ اَللّٰهُمَّ

موڪل پنهنجي رسول تي جيڪي حضرت قاسم جا والد محترم آهن. اي منهنجا الله تون

صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ الْاٰيَاتِ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ

صلوٰة موڪل نشانين واري صاحب تي. اي منهنجا الله تون صلوٰة

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ الدَّلَالَاتِ ۝

صلوٰة توں منهنجا الله اي . صاحب تي اڳواڻي ڪندڙ موڪل

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ الْاِشَارَاتِ ۝

صلوٰة توں منهنجا الله اي. صاحب تي اشارن واري موڪل

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ الْكَرَامَاتِ ۝

صلوٰة توں منهنجا الله اي. صاحب تي احسان ڪندڙ موڪل

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ الْعَلَامَاتِ ۝

صلوٰة توں منهنجا الله اي. صاحب تي ظاهري نشانين واري موڪل

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ الْبَيِّنَاتِ ۝

صلوٰة توں منهنجا الله اي. صاحب تي روشن دليلن واري موڪل

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ الْمُعْجِزَاتِ ۝

موڪل صلوٰة توں منهنجا الله اي. صاحب تي معجزن واري موڪل

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى صَاحِبِ خَوَارِقِ الْعَادَاتِ ۝

اي منهنجا الله . تي پيغمبر واري معجزن

صَلِّ عَلٰى مَنْ سَلَّمَتْ عَلَيْهِ الْاَحْجَارُ ۝

توں صلوٰة موڪل ان نبي تي جنهن تي پٿرن ڪلما پڙهيا .

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ سَجَدَتْ بَيْنَ يَدَيْهِ

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن نبي تي جنهن کي وڻن

الْاَشْجَارُ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ

سجدا ڪيا. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن نبي تي جنهن

تَفَتَّقَتْ مِنْ نُّوْرِهِ الْاَزْهَارُ ○ اَللّٰهُمَّ

جي نور مان گل ڦل پيدا ٿيا. اي منهنجا الله تون

صَلِّ عَلٰى مَنْ طَابَتْ بِبَرَكَتِهِ الثِّمَارُ ○

صلوٰة موڪل اُن نبي تي جنهن جي برڪت سان ميوا پچي تيار ٿيا.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنِ اخْضَرَّتْ مِنْ بَقِيَّةِ

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل ان نبي تي جنهن جي وضوءَ جي پاڻيءَ

وَضُوْئِهِ الْاَشْجَارُ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى

سان سُڪل وڻ ساوا ٿيا. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل ان نبي

مَنْ فَاضَتْ مِنْ نُّوْرِهِ جَمِيْعُ الْاَنْوَارِ ○

تي جنهن جي نور مان سڀئي نور ظاهر ٿيا.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ بِالصَّلٰوةِ عَلَيْهِ

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن نبي تي جنهن جي مٿان صلوٰة پڙهڻ

تَحُطُّ الْاَوْزَارُ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ

سان گناهه ختم ٿين ٿا. اي منهنجا الله تون صلواة موڪل اُن نبي تي جنهن

بِالصَّلٰوةِ عَلَيْهِ تُنَالُ مَنَازِلُ الْاَبْرَارِ ○

جي مٿان صلواة پڙهڻ سان ڀلارن جي مرتبي کي پهچي سگهجي ٿو.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ بِالصَّلٰوةِ عَلَيْهِ

اي منهنجا الله تون صلواة موڪل ان نبي تي جنهن جي مٿان صلواة پڙهڻ سان

يُرْحَمُ الْكِبَارُ وَالصِّغَارُ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ

وڏن ۽ ننڍن تي رحم ڪيو ويندو آهي. اي منهنجا الله تون صلواة

عَلٰى مَنْ بِالصَّلٰوةِ عَلَيْهِ نَتَنَعَّمُ فِيْ هٰذِهِ

موڪل اُن نبي تي جنهن تي صلواة پڙهڻ سان دنيا ۽ آخرت ۾

الدَّارِ وَفِيْ تِلْكَ الدَّارِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى

نعمتون حاصل ٿين ٿيون. اي منهنجا الله تون صلواة موڪل

مَنْ بِالصَّلٰوةِ عَلَيْهِ تُنَالُ رَحْمَةُ الْعَزِيْزِ

اُن نبي تي جنهن تي صلواة پڙهڻ سان الله تعالىٰ جي رحمت کي حاصل ڪري

الْغَفَّارِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَى الْمَنْصُوْرِ

سگهجي ٿو. اي منهنجا الله تون صلواة موڪل ان نبي تي جنهن جي الله

الْمُؤَيَّدِ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَى الْمُخْتَارِ

مدد ڪيئي آهي. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اُن نبي تي جيڪو الله جو پسنديل مُعزز

الْمُمَجَّدِ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

نبي آهي. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار ۽

وَمَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَنْ

آقا محمّد ڪريم تي. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل ان نبي تي

كَانَ إِذَا مَشٰى فِي الْبَرِّ الْاَقْفَرِ تَعَلَّقَتِ

جيڪي جنهن وقت بيابان ۾ پنڌ ڪندا هئا ته جهنگ جا

الْوُحُوْشُ بِاَذْيَالِهٖ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَيْهِ

جانور سندن دامن وٺندا هئا. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل پاڻ

وَعَلٰى اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلِّمْ تَسْلِيْمًا وَّالْحَمْدُ لِلّٰهِ

ڪريمن تي ۽ سندن اولاد ۽ اصحابن تي ۽ سندن مٿان گهڻا سلام موڪل

رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ۝

۽ سڀئي تعريفون الله لاءِ آهن جيڪو جهانن جو رب آهي.

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ عَلٰى حِلْمِهٖ بَعْدَ عِلْمِهٖ وَعَلٰى

سڀئي تعريفون الله لاءِ آهن جيڪو معلومات جي باوجود بُردبار آهي ۽ قدرت جي

ل وسيلو.

عَفْوِهٖ بَعْدَ قُدْرَتِهٖ ○ اَللّٰهُمَّ اِنِّيْٓ اَعُوْذُ

باوجود (مخلوق کي) معاف کندڙ آهي. اي منهنجا الله بيشڪ آئون توکان سواءِ بين

بِكَ مِنَ الْفَقْرِ اِلَّآ اِلَيْكَ ○ وَمِنَ الذُّلِّ

جي محتاجي کان پناهه گهران ٿو. ۽ توکان سواءِ بين جي اڳيان

اِلَّا لَكَ وَمِنَ الْخَوْفِ اِلَّا مِنْكَ ○ وَاَعُوْذُ

محتاج ٿيڻ ۽ ڊڄڻ جي پناهه گهران ٿو . ۽ آئون توکان انهي

بِكَ اَنْ اَقُوْلَ زُوْرًا ○ اَوْ اَغْشٰى فُجُوْرًا ○

ڳالهه جي به پناهه ٿو گهران جو آئون توسان ڪوڙ ڳالهايان. يا ڪو گناهه ڪريان.

اَوْ اَكُوْنَ بِكَ مَغْرُوْرًا ○ وَاَعُوْذُ بِكَ مِنْ

يا توسان وڏائي ڪريان . اي الله آئون توکان دشمن

شَمَاتَةِ الْاَعْدَآءِ وَعُضَالِ الدَّآءِ وَخَيْبَةِ

جي خوش ٿيڻ ۽ سخت بيمار ٿيڻ ۽ مقصد

الرَّجَآءِ وَزَوَالِ النِّعْمَةِ وَفُجَآءَةِ

حاصل نه ڪرڻ ۽ نعمت جي وڃڻ ۽ اوچتي مصيبت اچڻ کان

النِّقْمَةِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

پناهه گهران ٿو . اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي

وَسَلِّمْ عَلَيْهِ وَاجْزِهِ عَنَّا مَا هُوَ اَهْلُهٗ

۽ سندن متان گھڻا سلام موڪل ۽ ڪين اهو ثواب عطا ڪر جيڪو تنهنجي حبيب جي شايان شان

حَبِيْبِكَ ثَلٰثًا ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

هجي: هي اکر ٽي دفعا چئو:- اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل حضرت ابراهيم

اِبْرٰهِيْمَ وَسَلِّمْ عَلَيْهِ وَاجْزِهِ عَنَّا مَا هُوَ

تي ۽ سندن متان گھڻا سلام موڪل ۽ ڪين اهو ثواب عطا ڪر جيڪو تنهنجي خليل

اَهْلُهٗ خَلِيْلِكَ ثَلٰثًا ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى

جي شان وٽان هجي: هي اکر ٽي دفعا پڙهو. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي

كَمَا صَلَّيْتَ وَرَحِمْتَ وَبَارَكْتَ عَلٰى

جيئنڪ تو صلوٰة موڪلي ۽ رحمت موڪلي ۽ برڪت موڪلي ان دُور

سَيِّدِنَا اِبْرٰهِيْمَ فِى الْعَالَمِيْنَ اِنَّكَ

۾ حضرت ابراهيم تي بيشڪ تون گھڻو

حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ○ عَدَدَ خَلْقِكَ وَرِضٰى

سارا هيل پاڪ آهين. ايتري تعداد ۾ (صلوٰة موڪل) جيتري تنهنجي مخلوق آهي ۽

عِنْدَكَ رَغْبَةً وَّاَنْزِلْهُ فِيْ غُرُفَاتِ الْفِرْدَوْسِ

محبّت عطا ڪر ۽ پاڻ ڪريم کي جنت الفردوس ۾ سيني کان

مِنَ الدَّرَجَاتِ الْعُلٰى الَّتِيْ لَا دَرَجَةَ فَوْقَهَا ۝

اعليٰ درجو عطا ڪر، جو بهشت ۾ اُن کان بهتر ڪو درجو نه هجي.

اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ سَيِّدَنَا مُحَمَّدًا اَصْدَقَ

اي منهنجا الله تون اسان جي سردار محمّد ڪريم کي ڳالهائڻ ۾ سڀ کان زياده

قَآئِلٍ وَّاَنْجَحَ سَآئِلٍ وَّاَوَّلَ شَافِعٍ وَّ

سچو ڪر ۽ سوال ۾ ڪامياب ڪر ۽ پاڻ ڪريم کي (امت لاءِ) پهريون شافع ڪر

اَفْضَلَ مُشَفَّعٍ وَّشَفِّعْهُ فِيْ اُمَّتِهٖ بِشَفَاعَةٍ

۽ سڀني شفاعت ڪندڙن کان بهترين بڻاءِ ۽ پاڻ ڪريم جي شفاعت امت لاءِ قبول ڪر

يَغْبِطُهُ بِهَا الْاَوَّلُوْنَ وَالْاٰخِرُوْنَ وَاِذَا

اهڙي طرح قبول ڪر جو اُن تي پهريان ۽ پويان ماڻهو رشڪ ڪن ۽ يا الله

مُيِّزَتْ عِبَادُكَ بِفَصْلِ قَضَآئِكَ

جنهن وقت تون پنهنجن ٻانهن کي فيصلي وقت هڪ ٻئي کان جدا ڪرين

فَاجْعَلْ سَيِّدَنَا مُحَمَّدًا فِي الْاَصْدَقِيْنَ

ته پوءِ اسان جي سردار محمّد ڪريم کي سيني کان وڌيڪ سچو ڳالهائڻ

قِيْلًا وَّفِي الْاَحْسَنِيْنَ عَمَلًا وَّفِي الْمَهْدِيِّيْنَ

۾ ۽ سيني کان سھڻو عمل ۾ ۽ سيني کان بهتر هدايت ڪندڙن

سَبِيْلًا ○ اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ نَبِيَّنَا لَنَا فَرَطًا

مان ڪجان ۱۰ اي منهنجا الله تون اسان جي رسول عربي ﷺ کي اسان لاءِ اڳواڻ ڪجان ۽

وَّاجْعَلْ حَوْضَهٗ لَنَا مَوْعِدًا لِّاَوَّلِنَا وَاٰخِرِنَا ○

۽ سندن حوض ڪوثر کي پهرين ۽ پوين امتين لاءِ مقرر ڪجان ۽

اَللّٰهُمَّ احْشُرْنَا فِيْ زُمْرَتِهٖ وَاسْتَعْمِلْنَا

اي منهنجا الله تون اسان کي سندن امت مان ڪري اٿارءِ اسان کي سندن سُنّت

فِيْ سُنَّتِهٖ وَتَوَفَّنَا عَلٰى مِلَّتِهٖ وَعَرِّفْنَا

تي عمل ڪرڻ جي توفيق ڏي ۽ سندن دين تي موت ڏي ۽ اسان کي سندن رخ انور

وَجْهَهٗ وَاجْعَلْنَا فِيْ زُمْرَتِهٖ وَحِزْبِهٖ ○

جي زيارت نصيب ڪر ۽ اسان سڀني کي سندن امت ۽ جماعت مان ڪر ۰

اَللّٰهُمَّ اجْمَعْ بَيْنَنَا وَبَيْنَهٗ كَمَا اٰمَنَّا بِهٖ

اي منهنجا الله تون اسان کي پاڻ ڪريمن ﷺ سان ملاءِ جيئن اسان پاڻ ڪريمن تي ايمان آندو آهي

وَلَمْ نَرَهٗ وَلَا تُفَرِّقْ بَيْنَنَا وَبَيْنَهٗ حَتّٰى

۽ پاڻ ڪريمن کي اسان ڏٺو نه آهي ۽ پاڻ ڪريمن ۽ اسان جي وچ ۾ ڪو ويڇو نه وجهه اسان کي

تُدْخِلَنَا مُدْخَلَهٗ وَتُوْرِدَنَا حَوْضَهٗ وَ

بهشت ۾ اتان داخل ڪرجتان پاڻ ڪريم داخل ٿيندا ۽ يا الله تون اسان کي سندن حوضِ ڪوثر

تَجْعَلَنَا مِنْ رُّفَقَآئِهٖ مَعَ الْمُنْعَمِ عَلَيْهِمْ

تي پهچاءِ. ۽ يا الله تون اسان کي (بهشت ۾) سندن رفيق بناءِ انهن ماڻهن سان گڏ جن تي نعمت ڪئي

مِّنَ النَّبِيّٖنَ وَالصِّدِّيْقِيْنَ وَالشُّهَدَآءِ

آهي (يعني) نبين مان ۽ صديقن مان ۽ شهيدن مان

وَالصّٰلِحِيْنَ وَحَسُنَ اُولٰٓئِكَ رَفِيْقًا ۝

۽ صالحن مان ۽ اهي ئي بهترين رفيق آهن .

وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ۝

۽ سڀئي تعريفون الله لاءِ آهن جيڪو رب آهي جهانن جو .

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ نُّوْرِ

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي جيڪي هدايت

الْهُدٰى وَالْقَآئِدِ اِلَى الْخَيْرِ وَالدَّاعِيْٓ

جا نُور آهن ۽ ڀلائي جا اڳواڻ آهن ۽ هدايت ڏانهن

اِلَى الرُّشْدِ نَبِيِّ الرَّحْمَةِ وَاِمَامِ الْمُتَّقِيْنَ

سڏيندڙ آهن ۽ پاڻ رحمة للعٰلمين آهن ۽ پاڻ پرهيزگارن جا امام آهن

وَرَسُوْلِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ لَا نَبِيَّ بَعْدَهٗ

۽ پاڻ رب العٰلمين جا پيارا رسول آهن ۽ پاڻ ڪريم الله جا آخري پيغمبر آهن

كَمَا بَلَّغَ رِسَالَتَكَ وَنَصَحَ لِعِبَادِكَ وَتَلَا

جو ته پاڻ ڪريمن الله تعالىٰ جو مڪمل پيغام پهچايو ۽ مخلوقِ خدا کي نصيحت ڪئي ۽ الله

اٰيَاتِكَ وَاَقَامَ حُدُوْدَكَ وَوَفّٰى بِعَهْدِكَ

جو ڪلام پڙهي ٻڌايو ۽ الله جي حدن[1] تي عمل ڪيو ۽ الله جي حڪمن کي پورو ڪيو

وَاَنْفَذَ حُكْمَكَ وَاَمَرَ بِطَاعَتِكَ وَنَهٰى

۽ الله جي حڪمن کي جاري ڪيو ۽ الله جي عبادت جو حڪم ڪيو ۽ گناهن کان

عَنْ مَّعْصِيَتِكَ وَوَالٰى وَلِيَّكَ الَّذِيْ تُحِبُّ

منع ڪئي ۽ پاڻ ڪريمن انهن ماڻهن سان محبت رکي جن سان الله

اَنْ تُوَالِيَهٗ وَعَادٰى عَدُوَّكَ الَّذِيْ تُحِبُّ

تعالىٰ محبت جو حڪم ڏنو ۽ انهن ماڻهن سان عداوت رکي جن سان الله تعالىٰ عداوت

اَنْ تُعَادِيَهٗ وَصَلَّى اللّٰهُ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ ۞

جو حڪم فرمايو. الله تعالىٰ پاڻ ڪريمن تي هميشه صلوٰة ۽ سلام موڪلي رهيو آهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى جَسَدِهٖ فِي الْاَجْسَادِ

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل عالمِ اجساد مان پاڻ ڪريمن جي جسم اطهر تي

[1] يعني اسلامي قانون موجب ڏوهارين کي سزا ڏنائون.

وَعَلٰى رُوْحِهٖ فِي الْاَرْوَاحِ وَعَلٰى مَوْقِفِهٖ

۽ عالم ارواح مان ياڪ ڪريمن جي روح مبارڪ تي ۽ ياڪ ڪريمن جي موقف کي سڀني جي

فِي الْمَوَاقِفِ وَعَلٰى مَشْهَدِهٖ فِي الْمَشَاهِدِ

موقف تي غالب ڪر ۽ ياڪ ڪريمن جي شاهدي کي (قيامت ۾) سڀني جي شاهدي تي غالب ڪر

وَعَلٰى ذِكْرِهٖ اِذَا ذُكِرَ صَلٰوةً مِّنَّا عَلٰى نَبِيِّنَا ۝

۽ ياڪ ڪريمن جي ذڪر کي سڀني جي ذڪر تي غالب ڪر ۽ يا الله تون اسانجي پيغمبر تي اسانجي طرفان صلوٰة پهچاءِ

اَللّٰهُمَّ اَبْلِغْهُ مِنَّا السَّلَامَ كَمَا ذُكِرَ

اي منهنجا الله تون ياڪ ڪريمن تي اسان جي طرفان سلام پهچاءِ جيئن تو

اَلسَّلَامُ وَالسَّلَامُ عَلَى النَّبِيِّ وَرَحْمَةُ اللّٰهِ

التَّحِيَّاتُ ۾ ياڪ ڪريمن تي سلام پڙهيو آهي ۽ تون پنهنجون رحمتون

تَعَالٰى وَبَرَكَاتُهٗ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى

۽ برڪتون موڪليون آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل پنهنجن

مَلٰٓئِكَتِكَ الْمُقَرَّبِيْنَ وَعَلٰٓى اَنْبِيَآئِكَ الْمُطَهَّرِيْنَ

مقرب فرشتن تي ۽ پاڪ پيغمبرن تي

وَعَلٰى رُسُلِكَ الْمُرْسَلِيْنَ وَعَلٰى حَمَلَةِ

۽ معزز رسولن تي ۽ عرش عظيم جي کڻندڙ

عَرْشِكَ وَعَلٰى سَيِّدِنَا جِبْرِيْلَ وَسَيِّدِ نَا

ملائڪن تي ۽ حضرت جبريل تي ۽ حضرت

مِيْكَآئِيْلَ وَسَيِّدِنَا اِسْرَافِيْلَ وَسَيِّدِنَا مَلَكِ

ميڪائيل تي ۽ حضرت اسرافيل تي ۽ حضرت عزرائيل

الْمَوْتِ وَسَيِّدِنَا رِضْوَانَ خَازِنِ جَنَّتِكَ وَ

تي ۽ حضرت رضوانؑ تي جيڪو بهشت جو خازن آهي

سَيِّدِنَا مَالِكٍ وَّصَلِّ عَلَى الْكِرَامِ الْكَاتِبِيْنَ

۽ حضرت مالڪؑ تي ۽ يا الله تون صلوٰة موڪل ڪراماً ڪاتبين تي

وَصَلِّ عَلٰۤى اَهْلِ طَاعَتِكَ اَجْمَعِيْنَ مِنْ

۽ تون صلوٰة موڪل سڀني عبادت ڪندڙن تي انهن مان جيڪي آسمانن

اَهْلِ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِيْنَ ○ اَللّٰهُمَّ اٰتِ

تي رهندڙ آهن ۽ جيڪي زمينن تي رهندڙ آهن. اي منهنجا الله تون پاڪ

اَهْلَ بَيْتِ نَبِيِّكَ اَفْضَلَ مَآ اٰتَيْتَ

ڪريمن جي اهل بيت کي اها ڀلائي عطا ڪر جيڪا ڪنهن به

اَحَدًا مِّنْ اَهْلِ بُيُوْتِ الْمُرْسَلِيْنَ وَاجْزِ

پيغمبر جي اهلِ بيت کي تو عطا نه ڪئي هجي ۽ يا الله تون

لہ يعني بهشت جو انتظام سنڀاليندڙ فرشتو. ٢ه يعني دوزخ جو انتظام سنڀاليندڙ فرشتو. از ترجمه قرآن مجيد.

اَصْحَابَ نَبِيِّكَ اَفْضَلَ مَا جَازَيْتَ اَحَدًا

پاڻ ڪريمن جي اصحابن کي اها پلائي عطا ڪر جيڪا ڪنهن به پيغمبر

مِّنْ اَصْحَابِ الْمُرْسَلِيْنَ ○ اَللّٰهُمَّ اغْفِرْ

جي اصحابن کي تو عطا نه ڪئي هجي. اي منهنجا الله تون مؤمنن

لِلْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنَاتِ وَالْمُسْلِمِيْنَ وَ

۽ مؤمنياڻين کي بخش ڪر ۽ مسلمانن کي ۽

الْمُسْلِمَاتِ الْاَحْيَآءِ مِنْهُمْ وَالْاَمْوَاتِ ○

مسلمان عورتن کي بخش ڪر انهن مان ڪي جيئرا آهن ۽ ڪن وصال ڪيو آهي.

وَاغْفِرْ لَنَا وَلِاِخْوَانِنَا الَّذِيْنَ سَبَقُوْنَا

۽ تون اسان کي بخش ڪر ۽ اسان جي انهن ڀائرن کي بخش ڪر جن اسان کان اڳ

بِالْاِيْمَانِ وَلَا تَجْعَلْ فِيْ قُلُوْبِنَا غِلًّا

۾ ايمان آندو آهي ۽ اسان جي دلين ۾ انهن لاءِ ڪو به ڪينو نه وجھ

لِّلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا رَبَّنَآ اِنَّكَ رَءُوْفٌ رَّحِيْمٌ ○

اي اسان جا رب بيشڪ تون نهايت شفيق ۽ ٻاجهارو آهين.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَى النَّبِيِّ الْهَاشِمِيِّ سَيِّدِنَا

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل ان نبي تي جيڪي هاشمي آهن يعني اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلِّمْ تَسْلِيْمًا ۝

محمّد ڪريمﷺ تي ۽ سندن اولاد تي ۽ سندن اصحابن تي گهڻا سلام موڪل.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ خَيْرِ الْبَرِيَّةِ

اي منهنجا الله تون صلواة موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريمﷺ تي جيڪي مخلوق ۾ سڀ کان

صَلٰوةً تُرْضِيْكَ وَتُرْضِيْهِ وَتَرْضٰى بِهَا

ڀلا رآهن. اُها صلواة موڪل جيڪا تو کي ۽ تنهنجي رسول کي راضي ڪري ۽ ان

عَنَّا يَآ اَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ

سان يا ارحم الرّاحمين تون اسان کان راضي ٿئين. اي منهنجا الله تون صلواة موڪل

عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ

اسان جي سردار محمّد ڪريمﷺ تي ۽ سندن اولاد ۽ اصحابن تي

وَسَلِّمْ تَسْلِيْمًا كَثِيْرًا طَيِّبًا مُّبَارَكًا فِيْهِ

گهڻا سلام موڪل جيڪي پاڪ ۽ مبارڪ هجن ۽ ان ۾

جَزِيْلًا جَمِيْلًا دَآئِمًا بِدَوَامِ مُلْكِ اللّٰهِ

سهڻو ثواب هجي ۽ اهي هميشه تنهنجي بقا سان باقي هجن.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى

اي منهنجا الله تون صلواة موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريمﷺ تي ۽ سندن

اٰلِهٖ مِلْأَ الْفَضَاۤءِ وَعَدَدَ النُّجُوْمِ فِي السَّمَاۤءِ

اولاد تي فضا جيتري ۽ آسمان ۾ تارن جيتري

صَلٰوةً تُوَازِنُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ وَعَدَدَ

۽ آسمانن ۽ زمين جي وزن جيتري ۽ تنهنجي خلقيل

مَا خَلَقْتَ وَمَا اَنْتَ خَالِقُهٗ اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ ۝

مخلوق جيتري ۽ جيتري تخليق تون قيامت تائين ڪندين .

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى سَيِّدِنَا

سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي جيئنڪ تو صلوٰة موڪلي حضرت

اِبْرٰهِيْمَ وَبَارِكْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى

ابراهيم تي ۽ تون برڪت موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽

اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى سَيِّدِنَا

اسان جي سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي جيئنڪ تو برڪت موڪلي اُن

اِبْرٰهِيْمَ وَعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا اِبْرٰهِيْمَ فِي الْعٰلَمِيْنَ

دورن ۾ حضرت ابراهيم تي ۽ حضرت ابراهيم جي اولاد تي .

إِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ○ اَللّٰهُمَّ اِنِّيْٓ اَسْئَلُكَ

بيشڪ تون گهڻو ساراهيل پاڪ آهين. اي منهنجا الله بيشڪ آئون توکان معافي طلب

الْعَفْوَ وَالْعَافِيَةَ فِي الدِّيْنِ وَالدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ ○

ڪريان ٿو ۽ دين ۽ دُنيا ۽ آخرت ۾ بخشش ڪري عافيت طلب ڪريان ٿو.

ثَلٰثًا ○ اَللّٰهُمَّ اسْتُرْنَا بِسِتْرِكَ الْجَمِيْلِ ○

(اهي اکر ٽي دفعا چوي). اي منهنجا الله تون پنهنجي ستاري موجب منهنجا عيب ڍڪ (۽ اهي اکر

ثَلٰثًا ○ اَللّٰهُمَّ اِنِّيْٓ اَسْئَلُكَ بِحَقِّكَ الْعَظِيْمِ

ٽي دفعا چوي) اي منهنجا الله بيشڪ آئون توکان تنهنجي عظمت جي وسيلي

وَبِحَقِّ نُوْرِ وَجْهِكَ الْكَرِيْمِ وَبِحَقِّ عَرْشِكَ

سان دُعا گهران ٿو ۽ تنهنجي مقدس وجود جي وسيلي سان دُعا گهران ٿو ۽ تنهنجي عرش عظيم جي

الْعَظِيْمِ وَبِمَا حَمَلَ كُرْسِيُّكَ مِنْ عَظَمَتِكَ

وسيلي سان دُعا گهران ٿو ۽ جيڪا طاقت ڪرسي کي جهلي بيٺي آهي ان طاقت ۽

وَجَلَالِكَ وَجَمَالِكَ وَبَهَآئِكَ وَقُدْرَتِكَ

جلال ۽ جمال ۽ روشني ۽ قدرت

وَسُلْطَانِكَ وَبِحَقِّ اَسْمَآئِكَ الْمَخْزُوْنَةِ

۽ حڪمت جي وسيلي سان دُعا گهران ٿو ۽ انهن مقدس ۽ مخفي نالن

الْمَكْنُوْنَةِ الَّتِيْ لَمْ يَطَّلِعْ عَلَيْهَا اَحَدٌ مِّنْ

جو وسيلي سان دعا گهران ٿو جن کان تنهنجي مخلوق مان اڃان ڪو به واقف

خَلْقِكَ ○ اَللّٰهُمَّ وَاَسْئَلُكَ بِالْاِسْمِ الَّذِيْ

نه آهي . اي منهنجا الله آءٌ ٿو ڪان اُن نالي جي وسيلي سان دعا گهران ٿو

وَضَعْتَهٗ عَلَى اللَّيْلِ فَاَظْلَمَ وَعَلَى النَّهَارِ

جيڪو تون رات تي رکين ٿو ته اونداهي ٿئي ٿي ۽ ڏينهن تي رکين ٿو ته

فَاسْتَنَارَ وَعَلَى السَّمٰوٰتِ فَاسْتَقَلَّتْ ○ وَعَلَى

روشني ٿئي ٿي ۽ اهو آسمانن تي رکين ٿو ته مستقل ٿين ٿا. ۽ زمين تي

الْاَرْضِ فَاسْتَقَرَّتْ ○ وَعَلَى الْجِبَالِ فَارْسَتْ

رکين ٿو ته اها قرار وٺي ٿي. ۽ جبلن تي رکين ٿو ته اهي مضبوط ٿين ٿا

وَعَلَى الْبِحَارِ وَالْاَوْدِيَةِ فَجَرَتْ ○ وَعَلَى

۽ دريائن ۽ وادين تي رکين ٿو ته اهي وهڻ ٿيون. ۽ چشمن تي

الْعُيُوْنِ فَنَبَعَتْ ○ وَعَلَى السَّحَابِ فَاَمْطَرَتْ ○

رکين ٿو ته اهي نڪرن ٿا. ۽ ڪڪرن تي رکين ٿو ته اهي وسن ٿا.

وَاَسْئَلُكَ اللّٰهُمَّ بِالْاَسْمَآءِ الْمَكْتُوْبَةِ فِيْ

۽ اي منهنجا الله آءٌ ٿو ڪان انهن نالن جي وسيلي سان دعا گهران ٿو جيڪي

جَبْهَةِ سَيِّدِنَا اِسْرَافِيلَ عَلَيْهِ السَّلَامُ وَ

حضرت اسرافيل جي پيشاني ۾ لکيل آهن

بِالْاَسْمَاءِ الْمَكْتُوبَةِ فِي جَبْهَةِ سَيِّدِنَا

۽ اهي نالا جيڪي حضرت جبرئيل جي پيشاني

جِبْرِيلَ عَلَيْهِ السَّلَامُ وَعَلَى الْمَلٰٓئِكَةِ

تي لکيل آهن ۽ جيڪي سيني ملائڪن تي لکيل آهن ۽ مقرب

الْمُقَرَّبِيْنَ ○ وَاَسْئَلُكَ اللّٰهُمَّ بِالْاَسْمَاءِ

ملائڪن تي. اي منهنجا الله آئون توکان انهن نالن جي وسيلي سان سوال ڪريان ٿو

الْمَكْتُوبَةِ حَوْلَ الْعَرْشِ وَبِالْاَسْمَاءِ الْمَكْتُوبَةِ

جيڪي عرشِ عظيم جي چوڌاري لکيل آهن ۽ جيڪي ڪرسيءَ جي چوڌاري

حَوْلَ الْكُرْسِيِّ ○ وَاَسْئَلُكَ اللّٰهُمَّ بِالْاِسْمِ

لکيل آهن. اي منهنجا الله آئون توکان اُن نالي جي وسيلي سان سوال ڪريان ٿو

الْمَكْتُوبِ عَلٰى وَرَقِ الزَّيْتُونِ ○ وَاَسْئَلُكَ

جيڪو زيتون جي پَنَ تي لکيل آهي. اي منهنجا الله آئون توکان

اللّٰهُمَّ بِالْاَسْمَاءِ الْعِظَامِ الَّتِي سَمَّيْتَ بِهَا

انهن عظيم نالن جي وسيلي سان سوال ڪريان ٿو جيڪي تو پنهنجي وجودِ مقدس

نَفْسَكَ مَا عَلِمْتُ مِنْهَا وَمَا لَمْ اَعْلَمْ ○

تي رکيا آهن، جن مان ڪي آئون ڄاڻان ٿو ۽ ڪي آئون نه ٿو ڄاڻان.



# اَلْحِزْبُ الْخَامِسُ

حصو پنجون اڱاري جي ڏينهن پڙهجي.

وَاَسْئَلُكَ اللّٰهُمَّ بِالْاَسْمَاءِ الْعِظَامِ الَّتِىْ سَمَّيْتَ

۽ اي منهنجا الله آئون توکان انهن عظيم نالن جي وسيلي سان سوال ڪريان ٿو جيڪي تو پاڻ

بِهَا نَفْسَكَ مَا عَلِمْتُ مِنْهَا وَمَا لَمْ اَعْلَمْ ○

پنهنجي وجود مقدس تي رکيا آهن انهن مان ڪي آئون ڄاڻان ٿو ۽ ڪي نه ٿو ڄاڻان.

وَاَسْئَلُكَ اللّٰهُمَّ بِالْاَسْمَاءِ الَّتِىْ دَعَاكَ بِهَا

۽ اي منهنجا الله آئون انهن نالن جي وسيلي سان دعا گهران ٿو جن نالن سان توکان

سَيِّدُنَا اٰدَمُ عَلَيْهِ السَّلَامُ ○ وَبِالْاَسْمَاءِ الَّتِىْ

حضرت آدم عليه السّلام دعا گهري. ۽ انهن نالن سان دعا گهران ٿو

دَعَاكَ بِهَا سَيِّدُنَا نُوْحٌ عَلَيْهِ السَّلَامُ ○

جن سان حضرت نوح عليه السّلام دعا گهري.

وَبِالْاَسْمَاءِ الَّتِيْ دَعَاكَ بِهَا سَيِّدُنَا

۽ انهن نالن سان دُعا گهران ٿو جن سان حضرت هود

هُوْدُ عَلَيْهِ السَّلَامُ ۞ وَبِالْاَسْمَاءِ الَّتِيْ دَعَاكَ

عليه السّلام دُعا گهري . ۽ انهن نالن سان دُعا گهران ٿو

بِهَا سَيِّدُنَا اِبْرٰهِيْمُ عَلَيْهِ السَّلَامُ ۞ وَ

جن سان حضرت ابراهيم عليه السّلام دُعا گهري . ۽

بِالْاَسْمَاءِ الَّتِيْ دَعَاكَ بِهَا سَيِّدُنَا صَالِحٌ

انهن نالن سان دُعا گهران ٿو جن سان حضرت صالح

عَلَيْهِ السَّلَامُ ۞ وَبِالْاَسْمَاءِ الَّتِيْ دَعَاكَ

عليه السّلام دُعا گهري . ۽ انهن نالن سان دُعا گهران ٿو جن سان

بِهَا سَيِّدُنَا يُوْنُسُ عَلَيْهِ السَّلَامُ ۞ وَبِالْاَسْمَاءِ

حضرت يوسف عليه السّلام دُعا گهري . ۽ انهن نالن سان

الَّتِيْ دَعَاكَ بِهَا سَيِّدُنَا اَيُّوْبُ عَلَيْهِ

دُعا گهران ٿو جن سان حضرت ايوب عليه السّلام

السَّلَامُ ۞ وَبِالْاَسْمَاءِ الَّتِيْ دَعَاكَ بِهَا

دُعا گهري . ۽ انهن نالن سان دُعا گهران ٿو جن سان حضرت

سَيِّدُنَا يَعْقُوبُ عَلَيْهِ السَّلَامُ ○ وَبِالْاَسْمَاءِ

يعقوب عليه السّلام دُعا گهري. ۽ انهن نالن سان

الَّتِىْ دَعَاكَ بِهَا سَيِّدُنَا يُوْسُفُ عَلَيْهِ السَّلَامُ ○

دُعا گهُران ٿو جن سان حضرت يوسف عليه السّلام دُعا گهري.

وَبِالْاَسْمَاءِ الَّتِىْ دَعَاكَ بِهَا سَيِّدُنَا مُوْسٰى

۽ انهن نالن سان دُعا گهُران ٿو جن سان حضرت موسىٰ عليه السّلام

عَلَيْهِ السَّلَامُ ○ وَبِالْاَسْمَاءِ الَّتِىْ دَعَاكَ بِهَا

دُعا گهري . ۽ انهن نالن سان دُعا گهُران ٿو جن

سَيِّدُنَا هَارُوْنُ عَلَيْهِ السَّلَامُ ○ وَبِالْاَسْمَاءِ

سان حضرت هارون عليه السّلام دُعا گهُري. ۽ انهن نالن سان

الَّتِىْ دَعَاكَ بِهَا سَيِّدُنَا شُعَيْبُ عَلَيْهِ

دُعا گهُران ٿو جن سان حضرت شعيب عليه السّلام دُعا

السَّلَامُ ○ وَبِالْاَسْمَاءِ الَّتِىْ دَعَاكَ بِهَا سَيِّدُنَا

گهري . ۽ انهن نالن سان دُعا گهُران ٿو جن سان حضرت

اِسْمٰعِيْلُ عَلَيْهِ السَّلَامُ ○ وَبِالْاَسْمَاءِ الَّتِىْ

اسماعيل عليه السّلام دُعا گهُري . ۽ انهن نالن سان دُعا

دَعَاكَ بِهَا سَيِّدُنَا دَاوُدُ عَلَيْهِ السَّلَامُ ○

گهُران توِ جن سان حضرت دائود عليه السّلام دُعا گهُري.

وَبِالْاَسْمَاءِ الَّتِيْ دَعَاكَ بِهَا سَيِّدُنَا سُلَيْمٰنُ

۽ انهن نالن سان دُعا گهُران توِ جن سان حضرت سليمان

عَلَيْهِ السَّلَامُ ○ وَبِالْاَسْمَاءِ الَّتِيْ دَعَاكَ بِهَا

عليه السّلام دُعا گهُري. ۽ انهن نالن سان دُعا گهران توِ جن

سَيِّدُنَا زَكَرِيَّا عَلَيْهِ السَّلَامُ ○ وَبِالْاَسْمَاءِ الَّتِيْ

سان حضرت زڪريا عليه السّلام دُعا گهُري. ۽ انهن نالن سان دُعا

دَعَاكَ بِهَا سَيِّدُنَا يَحْيٰى عَلَيْهِ السَّلَامُ ○

گهُران توِ جن سان حضرت يحيٰى عليه السّلام دُعا گهُري.

وَبِالْاَسْمَاءِ الَّتِيْ دَعَاكَ بِهَا سَيِّدُنَا اَرْمِيَاءُ

۽ انهن نالن سان دُعا گهران توِ جن سان حضرت ارمياء عليه

عَلَيْهِ السَّلَامُ ○ وَبِالْاَسْمَاءِ الَّتِيْ دَعَاكَ بِهَا سَيِّدُنَا

السّلام دُعا گهُري. ۽ انهن نالن سان دُعا گهران توِ جن سان حضرت

شَعْيَاءُ عَلَيْهِ السَّلَامُ ○ وَبِالْاَسْمَاءِ الَّتِيْ دَعَاكَ بِهَا

شَعياء عليه السّلام دُعا گهُري آهي. ۽ انهن نالن سان دُعا گهران توِ جن سان

سَيِّدُنَا اِلْيَاسُ عَلَيْهِ السَّلَامُ ○ وَبِالْاَسْمَاءِ الَّتِيْ دَعَاكَ

حضرت الياس عليه السّلام دُعا گهري آهي. ۽ انهن نالن سان دُعا گهران ٿو

بِهَا سَيِّدُنَا اَلْيَسَعُ عَلَيْهِ السَّلَامُ ○ وَبِالْاَسْمَاءِ

جن سان حضرت يسع عليه السّلام دُعا گهري آهي. ۽ انهن نالن سان

الَّتِيْ دَعَاكَ بِهَا سَيِّدُنَا ذُوالْكِفْلِ عَلَيْهِ السَّلَامُ ○

دُعا گهران ٿو جن سان حضرت ذوالڪفل عليه السّلام دُعا گهري آهي .

وَبِالْاَسْمَاءِ الَّتِيْ دَعَاكَ بِهَا سَيِّدُنَا يُوْشَعُ عَلَيْهِ

۽ انهن سان دُعا گهران ٿو جن سان حضرت يوشع عليه السّلام دُعا

السَّلَامُ ○ وَبِالْاَسْمَاءِ الَّتِيْ دَعَاكَ بِهَا سَيِّدُنَا عِيْسَى بْنُ

گهري آهي. ۽ انهن نالن سان دُعا گهران ٿو جن سان حضرت عيسىٰ بن مريم

مَرْيَمَ عَلَيْهِ السَّلَامُ ○ وَبِالْاَسْمَاءِ الَّتِيْ دَعَاكَ بِهَا سَيِّدُنَا

عليه السّلام دُعا گهري آهي. ۽ انهن نالن سان دُعا گهران ٿو جن سان اسان جي سردار

مُحَمَّدٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ○ وَعَلٰى جَمِيْعِ النَّبِيِّيْنَ

محمّد ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم توکان دُعا گهري آهي. ۽ الله جي رحمت سڀني نبين

وَالْمُرْسَلِيْنَ اَنْ تُصَلِّيَ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ نَّبِيِّكَ

۽ رسولن تي آهي. يا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي جيڪو

عَدَدَ مَا خَلَقْتَهُ مِنْ قَبْلِ اَنْ تَكُوْنَ السَّمَاءُ مَبْنِيَّةً

سڀ ڪو ٻڌي آهي ايتري تعداد ۾ جيتري تو مخلوق پيدا ڪئي آهي، آسمانن جي بناوت کان

وَّالْاَرْضُ مَدْحِيَّةً وَّالْجِبَالُ مُرْسَاةً وَّالْبِحَارُ

اڳ ۽ زمين جي وڇائڻ کان اڳ ۾ ۽ جبلن جي کوڙڻ کان اڳ ۾ ۽ درياءَ جي وهڻ

مُجْرَاةً وَّالْعُيُوْنُ مُنْفَجِرَةً وَّالْاَنْهَارُ

کان اڳ ۾ ۽ چشمن جي نڪرڻ کان اڳ ۾ ۽ نهرن جي وهڻ کان

مُنْهَمِرَةً وَّالشَّمْسُ مُضْحِيَةً وَّالْقَمَرُ مُضِيْئًا

اڳ ۾ ۽ سج جي روشن ٿيڻ کان اڳ ۾ ۽ چنڊ جي چاندوڪي کان اڳ ۾

وَّالْكَوَاكِبُ مُسْتَنِيْرَةً كُنْتَ حَيْثُ كُنْتَ

۽ تارن جي چمڪڻ کان اڳ ۾ ۽ ان وقت به تون هئين ۽ ڪنهن کي به

لَا يَعْلَمُ اَحَدٌ حَيْثُ كُنْتَ اِلَّا اَنْتَ وَحْدَكَ لَا

تنهنجو علم نه هو ته تون ڪٿي هئين، مگر تو کي سڀ معلوم آهي ۽ تنهنجو ڪو به

شَرِيْكَ لَكَ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

شريڪ نه آهي. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ عَدَدَ حِلْمِكَ ○ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

محمد ڪريم تي پنهنجي بردباري جيتري. ۽ تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ عَدَدَ عِلْمِكَ ○ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

محمدؐ ڪريم تي پنهنجي علم جيتري. ۽ تون صلواة موڪل اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ عَدَدَ كَلِمَاتِكَ ○ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

محمدؐ ڪريم تي تنهنجي لکت جيتري. ۽ تون صلواة موڪل اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ عَدَدَ نِعْمَتِكَ ○ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

محمدؐ ڪريم تي تنهنجي نعمت جيتري. ۽ تون صلواة موڪل اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ مِلْءَ سَمٰوٰتِكَ ○ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

محمدؐ ڪريم تي آسمانن جيتري. ۽ تون صلواة موڪل اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ مِلْءَ اَرْضِكَ ○ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

محمدؐ ڪريم تي زمين جيتري. ۽ تون صلواة موڪل اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ مِلْءَ عَرْشِكَ ○ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

محمدؐ ڪريم تي عرش عظيم جيتري. ۽ تون صلواة موڪل اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ زِنَةَ عَرْشِكَ ○ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

محمدؐ ڪريم تي عرش عظيم جي وزن جيتري. ۽ تون صلواة موڪل اسان سردار

مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا جَرٰى بِهِ الْقَلَمُ فِيْ اُمِّ

محمدؐ ڪريم تي ايتري تعداد ۾ جيترو قلم لوح محفوظ

الْكِتَابِ ○ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ

۾ ھليو آھي. ۽ تون صلواة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي ايتري

مَا خَلَقْتَ فِيْ سَبْعِ سَمٰوٰتِكَ ○ وَصَلِّ عَلٰى

تعداد ۾ جيترا تو ست آسمان پيدا ڪيا آهن. ۽ تون صلواة موڪل

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا اَنْتَ خَالِقٌ فِيْهِنَّ اِلٰى

اسان جي سردار محمد ڪريم تي ايتري تعداد ۾ جيترو تون انهن شين جو خالق آهين قيامت جي

يَوْمِ الْقِيٰمَةِ فِيْ كُلِّ يَوْمٍ اَلْفَ مَرَّةٍ ○ اَللّٰهُمَّ

ڏينهن تائين هر هڪ ڏينهن ۾ هڪ هزار دفعا. اي منهنجا الله

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ كُلِّ قَطْرَةٍ

تون صلواة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي ايتري تعداد ۾ جيترا

قَطَرَتْ مِنْ سَمٰوٰتِكَ اِلٰى اَرْضِكَ مِنْ يَّوْمِ

قطرا مينهن جا آسمان مان زمين تي وسيا آهن دنيا جي

خَلَقْتَ الدُّنْيَا اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ فِيْ كُلِّ يَوْمٍ

تخليق کان وٺي قيامت جي ڏينهن تائين هر ڏينهن ۾

اَلْفَ مَرَّةٍ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

هڪ هزار دفعا. اي منهنجا الله تون صلواة موڪل اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَنْ يُّسَبِّحُكَ وَيُهَلِّلُكَ وَ

محمد كريم تي ايتري تعداد ۾ جيترا ماڻهو تنهنجي تسبيح ۽ ذڪر ۽

يُكَبِّرُكَ وَيُعَظِّمُكَ مِنْ يَّوْمِ خَلَقْتَ الدُّنْيَا

تڪبير ۽ وڏائي بيان ڪن ٿا دُنيا جي تخليق ڪان وٺي

اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ فِيْ كُلِّ يَوْمٍ اَلْفَ مَرَّةٍ○

قيامت جي ڏينهن تائين هر ڏينهن ۾ هڪ هزار دفعا.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ اَنْفَاسِهِمْ

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسانجي سردار محمد ڪريم تي ماڻهن جي پساهن جيتري

وَاَلْفَاظِهِمْ○ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

۽ الفاظن جيتري. ۽ تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي

عَدَدَ كُلِّ نَسَمَةٍ خَلَقْتَهَا فِيْهِمْ مِنْ يَّوْمِ

سيني انسانن جيتري جن کي تو پيدا ڪيو آهي دنيا جي

خَلَقْتَ الدُّنْيَا اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ فِيْ كُلِّ يَوْمٍ

تخليق ڪان وٺي قيامت جي ڏينهن تائين هر ڏينهن ۾

اَلْفَ مَرَّةٍ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

هڪ هزار دفعا. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسانجي سردار

مُحَمَّدٍ عَدَدَ السَّحَابِ الْجَارِيَةِ وَصَلِّ عَلٰى

محمّد كريم تي جيترا ككر هلندڙ آهن ۽ تون صلوٰة موڪل

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ الرِّيَاحِ الذَّارِيَةِ مِنْ

اسان جي سردار محمّد كريم تي جيتريون هوائون هلندڙ آهن دنيا جي

يَوْمِ خَلَقْتَ الدُّنْيَا اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ فِيْ كُلِّ

تخليق كان وٺي قيامت جي ڏينهن تائين هر ڏينهن ۾

يَوْمٍ اَلْفَ مَرَّةٍ ۞ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

هڪ هزار دفعا . اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا هَبَّتْ عَلَيْهِ الرِّيَاحُ وَحَرَّكَتْهُ

محمّد كريم تي جيتريون هوائون لڳندڙ آهن ۽ ان سان

مِنَ الْاَغْصَانِ وَالْاَشْجَارِ وَالْاَوْرَاقِ وَالثِّمَارِ

ميوا ۽ ٽاريون ۽ وڻ ۽ پن چرن پرن تا - ايتري تعداد ۾ صلوٰة

وَجَمِيْعِ مَا خَلَقْتَ عَلٰى اَرْضِكَ وَمَا بَيْنَ

موڪل جيتريون شيون تو زمين ۽ آسمان جي وچ ۾ پيدا ڪيون آهن

سَمٰوٰتِكَ مِنْ يَوْمِ خَلَقْتَ الدُّنْيَا اِلٰى يَوْمِ

دنيا جي تخليق واري ڏينهن کان قيامت

الْقِيٰمَةِ فِيْ كُلِّ يَوْمٍ اَلْفَ مَرَّةٍ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ

تائين هر ڏينهن ۾ هڪ هزار دفعا. اي منهنجا الله تون صلوٰة

عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ نُجُوْمِ السَّمَآءِ مِنْ

موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي جيترا تارا آسمان ۾ آهن

يَوْمٍ خَلَقْتَ الدُّنْيَا اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ فِيْ كُلِّ

دنيا جي تخليق کان وٺي قيامت جي ڏينهن تائين هر ڏينهن

يَوْمٍ اَلْفَ مَرَّةٍ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

۾ هڪ هزار دفعا. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ مِّلْءَ اَرْضِكَ مِمَّا حَمَلَتْ وَاَقَلَّتْ مِنْ

محمّد ڪريم تي تنهنجي زمين جيتري ۽ زمين جي بار جيتري ۽

قُدْرَتِكَ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

تنهنجي قدرت جيتري. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسانجي سردار محمّد ڪريم تي

عَدَدَ مَا خَلَقْتَ فِيْ سَبْعِ بِحَارِكَ مِمَّا لَا يَعْلَمُ

ايتري تعداد ۾ جيتري مخلوق تو ستن سمنڊن ۾ خلقي آهي جنهن کي توکان

عِلْمَهٗ اِلَّا اَنْتَ وَمَا اَنْتَ خَالِقُهٗ فِيْهَا اِلٰى

سواءِ ڪوبه نه ٿو ڄاڻي ۽ جيڪي مخلوق تون انهن ۾ خلقيندين

يَوْمِ الْقِيٰمَةِ فِىْ كُلِّ يَوْمٍ اَلْفَ مَرَّةٍ ○

قيامت جي ڏينهن تائين هر ڏينهن ۾ هڪ هزار دفعا.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مِلْءِ

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي ستن

سَبْعِ بِحَارِكَ ○ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

سمنڊن جيتري. ۽ تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي

زِنَةَ سَبْعِ بِحَارِكَ مِمَّا حَمَلَتْ وَاَقَلَّتْ مِنْ

ستن سمنڊن جي وزن جيتري ۽ جيتري بارکڻ جي توفيق

قُدْرَتِكَ ○ اَللّٰهُمَّ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

تو انهن کي قدرت سان سمنڊن کي ڏني آهي. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ عَدَدَ اَمْوَاجِ بِحَارِكَ مِنْ يَّوْمِ خَلَقْتَ

محمد ڪريم تي سمنڊن جي موجن جيتري جنهن ڏينهن کان تو

الدُّنْيَا اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ فِىْ كُلِّ يَوْمٍ اَلْفَ مَرَّةٍ ○

دنيا تخليق ڪئي آهي قيامت جي ڏينهن تائين هر هڪ ڏينهن ۾ هزار دفعا.

اَللّٰهُمَّ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي ايتري

الرَّمْلِ وَالْحَصٰى فِيْ مُسْتَقَرِّ الْاَرَضِيْنَ

تعداد ۾ جيتري ريتي ۽ پٿريون زمين ۾ موجود آهن

وَسَهْلِهَا وَجِبَالِهَا مِنْ يَّوْمِ خَلَقْتَ

اُهي نرم زمين ۾ هجن يا جبلن ۾ هجن دنيا جي تخليق کان

الدُّنْيَا اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ فِيْ كُلِّ يَوْمٍ اَلْفَ

وٺي قيامت جي ڏينهن تائين هر ڏينهن ۾ هڪ هزار

مَرَّةٍ ○ اَللّٰهُمَّ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

دفعا . اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي

عَدَدَ اضْطِرَابِ الْمِيَاهِ الْعَذْبَةِ وَالْمِلْحَةِ

ايتري تعداد ۾ جيترو مٺو ۽ کارو پاڻي پاڻ ۾ لهرون هڻي ٿو

مِنْ يَّوْمِ خَلَقْتَ الدُّنْيَا اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ

دُنيا جي تخليق کان وٺي قيامت جي ڏينهن تائين

فِيْ كُلِّ يَوْمٍ اَلْفَ مَرَّةٍ ○ وَصَلِّ عَلٰى

هر ڏينهن ۾ هڪ هزار دفعا. ۽ يا الله تون صلوٰة موڪل

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا خَلَقْتَهٗ عَلٰى جَدِيْدِ

اسان جي سردار محمد ڪريم تي ايتري تعداد ۾ جيتري روءِ زمين تي ۽ ان جي

اَرْضِكَ فِیْ مُسْتَقَرِّ الْاَرْضِیْنَ شَرْقِهَا وَ

اندرين سطح تي تو تخليق ڪئي آهي اوڀر ۾ ۽

غَرْبِهَا وَسَهْلِهَا وَجِبَالِهَا وَاَوْدِيَتِهَا

اولهه ۾، ڪچي ۾ ۽ پڪي ۾ ۽ وادين ۾

وَطَرِيْقِهَا وَعَامِرِهَا وَغَامِرِهَا اِلٰى سَائِرِ

۽ رستن ۾ ۽ آبادين ۾ ۽ غير آبادين ۾ ۽ تون صلواة موڪل

مَا خَلَقْتَهٗ عَلَيْهَا وَمَا فِيْهَا مِنْ حَصَاةٍ

انهي سموري مخلوقات جيتري جيڪا تو زمين تي پيدا ڪئي آهي (مثلاً) پترين

وَّمَدَرٍ وَّحَجَرٍ مِّنْ يَّوْمِ خَلَقْتَ الدُّنْيَا اِلٰى

۽ پتر ۽ پٿر دنيا جي تخليق کان وٺي قيامت

يَوْمِ الْقِيٰمَةِ فِیْ كُلِّ يَوْمٍ اَلْفَ مَرَّةٍ ۝ اَللّٰهُمَّ

تائين هر ڏينهن ۾ هڪ هزار دفعا. اي منهنجا الله

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ النَّبِيِّ عَدَدَ نَبَاتِ

تون صلواة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي ايتري تعداد ۾ جيترا اسلا

الْاَرْضِ مِنْ قِبْلَتِهَا وَشَرْقِهَا وَغَرْبِهَا

زمين مان ڦٽا آهن اوڀر ۾ ۽ اولهه ۾

وَسَهْلِهَا وَجِبَالِهَا وَاَوْدِيَتِهَا وَاَشْجَارِهَا

۽ ڪچي ۾ ۽ پڪي ۾ ۽ وادين ۾ ۽ وڻن ۾

وَثِمَارِهَا وَاَوْرَاقِهَا وَزُرُوْعِهَا وَجَمِيْعِ مَا

۽ ميون ۾ ۽ پنن ۾ ۽ پوکن ۾ ۽ هر اُن شيءِ

يَخْرُجُ مِنْ نَّبَاتِهَا وَبَرَكَاتِهَا مِنْ يَّوْمِ

۾ جتان سلا ڦٽن تا ۽ وڌن تا دنيا جي تخليق

خَلَقْتَ الدُّنْيَا اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ فِيْ كُلِّ يَوْمٍ

کان وٺي قيامت جي ڏينهن تائين هر ڏينهن ۾

اَلْفَ مَرَّةٍ ○ اَللّٰهُمَّ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

هڪ هزار دفعا. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا خَلَقْتَ مِنَ الْجِنِّ وَالْاِنْسِ

محمد ڪريم تي ايتري تعداد ۾ جيترا جن ۽ انسان ۽

وَالشَّيَاطِيْنِ وَمَا اَنْتَ خَالِقُهٗ مِنْهُمْ اِلٰى

شيطان تو پيدا ڪيا آهن يا تون پيدا ڪندين قيامت

يَوْمِ الْقِيٰمَةِ فِيْ كُلِّ يَوْمٍ اَلْفَ مَرَّةٍ ○ اَللّٰهُمَّ

جي ڏينهن تائين هر ڏينهن ۾ هڪ هزار دفعا. اي منهنجا الله

وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ كُلِّ شَعْرَةٍ

تون صلوٰة موڪل اسانجي سردار محمّد ڪريم تي جيترا وار

فِيْ اَبْدَانِهِمْ وَفِيْ وُجُوْهِهِمْ وَعَلٰى رُءُوْسِهِمْ

جسمن تي ۽ منهن تي ۽ متن تي آهن

مُنْذُ خَلَقْتَ الدُّنْيَا اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ فِيْ كُلِّ

جنهن وقت کان تو دنيا کي پيدا ڪيو آهي قيامت جي ڏينهن تائين هر

يَوْمٍ اَلْفَ مَرَّةٍ ۝ اَللّٰهُمَّ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

هر ڏينهن ۾ هڪ هزار دفعا. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسانجي سردار

مُحَمَّدٍ عَدَدَ خَفَقَانِ الطَّيْرِ وَطَيَرَانِ الْجِنِّ

محمّد ڪريم تي پکين جي پرن هڻڻ جيتري ۽ جنن ۽ شيطانن

وَالشَّيَاطِيْنِ مِنْ يَّوْمِ خَلَقْتَ الدُّنْيَا اِلٰى

جي اڏامڻ جيتري تخليق دنيا کان وٺي قيامت جي

يَوْمِ الْقِيٰمَةِ فِيْ كُلِّ يَوْمٍ اَلْفَ مَرَّةٍ ۝ اَللّٰهُمَّ

ڏينهن تائين هر ڏينهن ۾ هڪ هزار دفعا. اي منهنجا الله

وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ كُلِّ بَهِيْمَةٍ

تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي هر هڪ جانور جيتري

خَلَقْتَهَا عَلٰى جَدِيْدِ اَرْضِكَ مِنْ صَغِيْرٍ

جيڪي تو زمين تي پيدا ڪيا آهن يا پيدا ڪندين ڇاهي اُهي ننڍا

اَوْ كَبِيْرٍ فِيْ مَشَارِقِ الْاَرْضِ وَمَغَارِبِهَا

هجن يا وڏا زمين جي اوڀر ۾ هجن يا اولهه ۾ هجن

مِنْ اِنْسِهَا وَجِنِّهَا وَمِمَّا لَا يَعْلَمُ عِلْمَهٗٓ

انسانن مان هجن يا جنن مان، ۽ جيترو تنهنجو وسيع علم آهي اُن

اِلَّآ اَنْتَ مِنْ يَّوْمِ خَلَقْتَ الدُّنْيَآ اِلٰى يَوْمِ

جيتري صلوٰة موڪل دنيا جي تخليق کان وٺي قيامت جي

الْقِيٰمَةِ فِيْ كُلِّ يَوْمٍ اَلْفَ مَرَّةٍ ○ اَللّٰهُمَّ

ڏينهن تائين هر ڏينهن ۾ هڪ هزار دفعا. اي منهنجا الله تون

وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ خُطَاهُمْ

صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي جيترا پيرن جا نشان

عَلٰى وَجْهِ الْاَرْضِ مِنْ يَّوْمِ خَلَقْتَ الدُّنْيَا

زمين تي ٿيا آهن دنيا جي تخليق کان وٺي

اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ فِيْ كُلِّ يَوْمٍ اَلْفَ مَرَّةٍ ○

قيامت جي ڏينهن تائين هر ڏينهن ۾ هڪ هزار دفعا.

اَللّٰهُمَّ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي ايتري تعداد

مَنْ يُّصَلِّيْ عَلَيْهِ ○ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

۾ جيتري پاڻ ڪريمن تي صلوٰة پڙهي ٿي. ۽ تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ مَنْ لَّمْ يُصَلِّ عَلَيْهِ ○ وَ

محمد ڪريم تي ايتري تعداد ۾ جيتري صلوٰة پاڻ ڪريمن تي نه ٿي پڙهجي. ۽

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ الْقَطْرِ وَ

تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي مينهن جي ڦڙن جيتري ۽

الْمَطَرِ وَالنَّبَاتِ ○ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

(زمين جي) ساون جيتري. ۽ تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم

عَدَدَ كُلِّ شَيْءٍ ○ اَللّٰهُمَّ وَصَلِّ عَلٰى

تي هر شيءِ جي تعداد جيتري. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِي اللَّيْلِ اِذَا يَغْشٰى ○ وَ

سردار محمد ڪريم تي رات ۾ جنهن وقت اها اونداهي ڪري ٿي. ۽

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِي النَّهَارِ اِذَا

صلوٰة موڪل تون اسان جي سردار محمد ڪريم تي ڏينهن ۾ جنهن وقت اهو

تَجَلّٰى ○ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِى

روشني ڪري ٿو. ۽ تون صلوٰة موڪل اسانجي سردار محمد ڪريم تي دنيا

الْاٰخِرَةِ وَالْاُوْلٰى ○ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

۽ آخرت جيتري . ۽ تون صلوٰة موڪل اسانجي سردار محمد ڪريم تي

شَابًّا زَكِيًّا ○ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

(اُن صورت ۾ جو) پاڻ نوجوان آهن. ۽ تون صلوٰة موڪل اسانجي سردار محمد ڪريم تي (اُن

كَهْلًا مَّرْضِيًّا ○ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

صورت ۾ جو) پاڻ پڪي عمر جا آهن. ۽ تون صلوٰة موڪل اسانجي سردار محمد ڪريم تي

مُنْذُ كَانَ فِى الْمَهْدِ صَبِيًّا ○ وَصَلِّ عَلٰى

(اُن صورت ۾ جو) پاڻ ڪريم پينگهي ۾ ٻار آهن . ۽ تون صلوٰة موڪل اسانجي

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ حَتّٰى لَا يَبْقٰى مِنَ الصَّلٰوةِ

سردار محمد ڪريم تي ايستائين جو ڪابه شيءِ صلوٰة مان باقي

شَىْءٌ ○ اَللّٰهُمَّ وَاَعْطِ سَيِّدَنَا مُحَمَّدَانِ

نه رهي . اي منهنجا الله تون اسان جي سردار محمد ڪريم کي مقام

الْمَقَامَ الْمَحْمُوْدَ الَّذِىْ وَعَدْتَّهُ الَّذِىْ اِذَا

محمود عطا ڪر جنهن جو تو پاڻ ڪريمن سان وعدو فرمايو آهي جو

قَالَ صَدَّقْتَهٗ وَاِذَا سَاَلَ اَعْطَيْتَهٗ ۞

تو ان جي وعدي پوري ڪندو آهين ۽ جڏهن تو کان سوال ڪيو ويندو آهي ته تون انکي پورو ڪندو

اَللّٰهُمَّ وَاَعْظِمْ بُرْهَانَهٗ وَشَرِّفْ بُنْيَانَهٗ

آهين. اي منهنجا الله تون پاڪ ڪريم جي دليل کي زياده ڪر ۽ سندن شان کي وڌاءِ

وَاَبْلِجْ حُجَّتَهٗ وَبَيِّنْ فَضِيْلَتَهٗ ۞ اَللّٰهُمَّ

۽ سندن حجت کي پورو ڪر ۽ سندن فضيلت ظاهر ڪر. اي منهنجا الله تون

وَتَقَبَّلْ شَفَاعَتَهٗ فِيْ اُمَّتِهٖ ۞ وَاسْتَعْمِلْنَا

پاڪ ڪريم جي اُمت لاءِ سندن شفاعت کي قبول ڪر. ۽ اسان کي سندن

بِسُنَّتِهٖ وَتَوَفَّنَا عَلٰى مِلَّتِهٖ وَاحْشُرْنَا فِيْ

سنت تي عمل ڪراءِ ۽ سندن دين تي موت ڏي ۽ اسان کي سندن جماعت

زُمْرَتِهٖ وَتَحْتَ لِوَآئِهٖ وَاجْعَلْنَا مِنْ

مان اُٿار ۽ سندن جهنڊي جي هيٺان اُٿار ۽ اسان کي سندن

رُفَقَآئِهٖ وَاَوْرِدْنَا حَوْضَهٗ وَاسْقِنَا

خادمن مان ڪر ۽ اسان کي سندن حوض ڪوثر تي پهچاءِ ۽ سندن پيالي مبارڪ

بِكَاْسِهٖ وَانْفَعْنَا بِمَحَبَّتِهٖ ۞ اَللّٰهُمَّ اٰمِيْنَ ۞

مان پيار ۽ سندن محبت نصيب ڪر. اي منهنجا الله تون منهنجي دعا قبول ڪر

وَاَسْئَلُكَ بِاَسْمَآئِكَ الَّتِيْ دَعَوْتُكَ

۽ يا الله آءٌون توکان انهن نالن جي معرفت دعا گهران ٿو جن سان مون توکي پڪاريو آهي

بِهَآ اَنْ تُصَلِّيَ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ

ته تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي ايتري تعداد ۾ جيتري

مَا وَصَفْتُ وَمِمَّا لَا يَعْلَمُ عِلْمَهٗٓ اِلَّآ اَنْتَ

مون پاڙ ڪرين جي صفت (بيان) ڪئي آهي ۽ ان کي توکانسواءِ ٻيو ڪو به نٿو ڄاڻي

وَاَنْ تَرْحَمَنِيْ وَتَتُوْبَ عَلَيَّ وَتُعَافِيَنِيْ مِنْ

۽ تون مون تي رحم ڪر ۽ تون منهنجي توبه قبول ڪر ۽ تون مون کي سڀني

جَمِيْعِ الْبَلَآءِ وَالْبَلْوَآءِ وَاَنْ تَغْفِرَ لِيْ وَلِوَالِدَيَّ وَ

بلائن ۽ مصيبتن کان پناهه ۾ رک ۽ تون مونکي بخش ڪر ۽ منهنجي والدين کي بخش ڪر

تَرْحَمَ الْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنَاتِ وَالْمُسْلِمِيْنَ

۽ مؤمنن ۽ مؤمنيائين تي رحم ڪر ۽ مسلمان مرد

وَالْمُسْلِمَاتِ الْاَحْيَآءِ مِنْهُمْ وَالْاَمْوَاتِ

۽ مسلمان عورتن تي رحم ڪر ڪي انهن مان زنده آهن ۽ ڪن وصال ڪيو آهي

وَاَنْ تَغْفِرَ لِعَبْدِكَ فُلَانِ ابْنِ فُلَانٍ

۽ يا الله تون مون کي بخش ڪر ۽ آءٌون

الْمُذْنِبِ الْخَاطِئِ الضَّعِيفِ وَاَنْ تَتُوْبَ

نهايت گنهگار، خطادار ۽ ڪمزور آهيان ۽ تون منهنجي توبه

عَلَيْهِ اِنَّكَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ۝ اَللّٰهُمَّ اٰمِيْنَ

قبول ڪر، بيشڪ تون بخشيندڙ ۽ ٻاجهارو آهين. اي منهنجا الله تون منهنجي دعا

يَارَبَّ الْعٰلَمِيْنَ ۝ قَالَ رَسُوْلُ اللّٰهِ صَلَّى

قبول ڪر يا رب العلمين. سرورِ دو عالم صلى الله عليه وآله وسلم

اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ مَنْ قَرَءَ هٰذِهِ الصَّلٰوةَ

جن ارشاد فرمايو آهي ته جنهن ماڻهو هڪ دفعو هي صلوٰة

مَرَّةً وَّاحِدَةً كَتَبَ اللّٰهُ لَهٗ ثَوَابَ حَجَّةٍ

شريف پڙهي ته الله تعالىٰ ان لاءِ هڪ مقبول حج جو ثواب

مَّقْبُوْلَةٍ وَّثَوَابَ مَنْ اَعْتَقَ رَقَبَةً مِّنْ

لکائيندو ۽ هڪ قيمتي ٻانهي جي آزاد ڪرڻ جو ثواب لکائيندو جيڪو

وُلْدِ اِسْمٰعِيْلَ عَلَيْهِ السَّلَامُ فَيَقُوْلُ اللّٰهُ

ٻانهو حضرت اسماعيل عليه السلام جي اولاد مان هجي. پوءِ الله تعالىٰ ارشاد فرمائيندو

تَعَالٰى يَامَلٰٓئِكَتِيْ هٰذَا عَبْدٌ مِّنْ عِبَادِيْ

اي منهنجا ملائڪ منهنجن ٻانهن مان هي هڪ (خاص) ٻانهو آهي جيڪو منهنجي

أَكْثِرِ الصَّلٰوةَ عَلٰى حَبِيْبِىْ مُحَمَّدٍ فَوَعِزَّتِىْ

حبيب محمّد كريم تي گهڻي صلواة پڙهي تو پوءِ مون کي پنهنجي

وَجَلَالِىْ وَجُوْدِىْ وَمَجْدِىْ وَارْتِفَاعِىْ

عزت ۽ جلال ۽ سخا ۽ شان ۽ وڏائي جو قسم آهي ته آئون ضرور

لَاُعْطِيَنَّهٗ بِكُلِّ حَرْفٍ صَلّٰى بِهٖ قَصْرًا فِى

ان صلواة پڙهندڙ کي صلواة جي هر هڪ حرف جي عيوض هڪ محل بهشت ۾

الْجَنَّةِ وَلَيَاْتِيَنِّىْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ تَحْتَ

عطا ڪندس ۽ قيامت جي ڏينهن اهو حمد واري جهنڊي

لِوَآءِ الْحَمْدِ نُوْرُ وَجْهِهٖ كَالْقَمَرِ لَيْلَةَ

جي هيٺان هوندو ۽ ان جي منهن ۾ چوڏهين جي چنڊ جهڙي

الْبَدْرِ وَكَفُّهٗ فِىْ كَفِّ حَبِيْبِىْ مُحَمَّدٍ ۝

نورانيت هوندي ۽ سندس هٿ منهنجي حبيب محمّد ڪريم جي هٿ مبارڪ ۾ هوندو.

هٰذَا لِمَنْ قَالَهَا فِىْ كُلِّ يَوْمِ الْجُمُعَةِ

هي ڀلائي ان لاءِ آهي جنهن هي صلواة جمعي جي ڏينهن

لَهٗ هٰذَا الْفَضْلُ وَاللّٰهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيْمِ ۝

پڙهي ۽ الله تعالیٰ وڏو فضل ڪندڙ آهي.

وَفِي رِوَايَةٍ ۝ اَللّٰهُمَّ اِنِّيٓ اَسْئَلُكَ بِحَقِّ

۽ حديث شريف ۾ ذڪر ٿيل صلواة شريف هي آهي:- اي منهنجا الله بيشڪ آئون توکان ان وسيلي سان

مَا حَمَلَ كُرْسِيُّكَ مِنْ عَظَمَتِكَ وَ

دُعا گهران ٿو جيڪو تنهنجي عظمت ۽

قُدْرَتِكَ وَجَلَالِكَ وَبَهَآئِكَ وَسُلْطَانِكَ

قدرت ۽ جلال ۽ معرفت ۽ حجت جي شايانِ شان هجي

وَبِحَقِّ اسْمِكَ الْمَخْزُوْنِ الْمَكْنُوْنِ الَّذِيْ

۽ اُن نالي مقدس جي مهابي سان دُعا گهران ٿو جيڪو راز ۾ رکيل آهي، يعني

سَمَّيْتَ بِهٖ نَفْسَكَ وَاَنْزَلْتَهٗ فِيْ كِتَابِكَ

جيڪو نالو تو پنهنجي وجود مقدس تي رکيو آهي ۽ تو پنهنجي مقدس ڪتاب ۾ نازل ڪيو آهي

وَاسْتَاْثَرْتَ بِهٖ فِيْ عِلْمِ الْغَيْبِ عِنْدَكَ

۽ توان کي پاڻ وٽ پنهنجي علم غيب ۾ رکايو آهي عرض هي آهي

اَنْ تُصَلِّيَ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَ

ته تون صلواة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي جيڪي تنهنجا پيارا ٻانها آهن

رَسُوْلِكَ وَاَسْئَلُكَ بِاسْمِكَ الَّذِيْٓ اِذَا دُعِيْتَ

۽ سچا رسول آهن ۽ توکان ان نالي جي وسيلي سان دُعا گهران ٿو جنهن سان جنهن ۾

بِهٖ اَجَبْتَ وَاِذَا سُئِلْتَ بِهٖ اَعْطَيْتَ ۝

وقت توکي پڪاريو وڃي ٿو تون ان جو جواب ڏين ٿو ۽ سوال ڪجي ٿو ته تون قبول ڪرين ٿو.

وَاَسْئَلُكَ بِاسْمِكَ الَّذِىْ وَضَعْتَهٗ عَلَى الَّيْلِ

۽ آئون توکان ان نالي جي وسيلي سان دعا گهران ٿو جيڪو تون رات تي رکين ٿو ته اونداهي

فَاَظْلَمَ ۝ وَعَلَى النَّهَارِ فَاسْتَنَارَ وَعَلَى

ٿئي ٿي. ۽ ڏينهن تي رکين ٿو ته روشني ٿئي ٿي ۽ آسمانن تي

السَّمٰوٰتِ فَاسْتَقَلَّتْ ۝ وَعَلَى الْاَرْضِ

رکين ٿو ته اهي مستقل ٿين ٿا. ۽ زمين تي رکين ٿو ته اهي

فَاسْتَقَرَّتْ ۝ وَعَلَى الْجِبَالِ فَرَسَتْ ۝ وَعَلَى

ثابت ٿين ٿيون. ۽ جبلن تي رکين ٿو ته اهي قائم ٿين ٿا. ۽ سخت شين

الصَّعْبَةِ فَذَلَّتْ ۝ وَعَلٰى مَآءِ السَّمَآءِ

تي رکين ٿو ته اهي نرم ٿين ٿيون. ۽ اهو نالو مبارڪ آسمان جي پاڻي تي رکين ٿو

فَسَكَبَتْ ۝ وَعَلَى السَّحَابِ فَاَمْطَرَتْ ۝

ته اهو وهي ٿو. ۽ ڪڪرن تي رکين ٿو ته اهي مينهن وسائن ٿا.

وَاَسْئَلُكَ بِمَا سَاَلَكَ بِهٖ سَيِّدُنَا مُحَمَّدٌ

۽ آئون توکان اهو سوال ڪريان ٿو جيڪو توکان اسان جي سردار محمد ﷺ ڪريم عرض ڪيو آهي

نَبِيُّكَ ۝ وَاَسْئَلُكَ بِمَا سَاَلَكَ بِهٖ سَيِّدُنَا

جيڪو تنهنجو سچو نبي آهي. ۽ آئون توکان اهو سوال ڪريان ٿو جيڪو توکان تنهنجي پيغمبر

اٰدَمُ نَبِيُّكَ ۝ وَاَسْئَلُكَ بِمَا سَاَلَكَ بِهٖ

حضرت آدم ڪيو آهي. ۽ آئون توکان اهو سوال ڪريان ٿو جيڪو توکان تنهنجي

اَنْبِيَاؤُكَ وَرُسُلُكَ وَمَلٰٓئِكَتُكَ الْمُقَرَّبُوْنَ ۝

نبين ۽ رسولن ۽ مقرب ملائڪن ڪيو آهي.

صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِمْ اَجْمَعِيْنَ ۝ وَاَسْئَلُكَ

الله تعالىٰ انهن سڀني تي صلوٰة موڪلي رهيو آهي. ۽ توکان اهو سوال ڪريان ٿو

بِمَا سَاَلَكَ بِهٖ اَهْلُ طَاعَتِكَ اَجْمَعِيْنَ

جيڪو توکان تنهنجي سڀني عبادت ڪندڙ بانهن ڪيو آهي. عرض هي آهي ته:

اَنْ تُصَلِّيَ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ

تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمد

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا خَلَقْتَ مِنْ قَبْلِ

ڪريم جي اولاد تي ايتري تعداد ۾ جيتري تو تخليق ڪئي آهي آسمان

اَنْ تَكُوْنَ السَّمَآءُ مَبْنِيَّةً وَّالْاَرْضُ مَطْحِيَّةً

جي بيهارڻ کان اڳ ۾ ۽ زمين جي وڇائڻ کان اڳ ۾

وَّالْجِبَالُ مُرْسِيَةً وَّالْعُيُوْنُ مُنْفَجِرَةً وَّ

۽ جبلن جي کوڙڻ کان اڳ ۾ ۽ چشمن جي نڪرڻ کان اڳ ۾ ۽

الْاَنْهَارُ مُنْهَمِرَةً وَّالشَّمْسُ مُضْحِيَةً وَّ

نهرن جي وهڻ کان اڳ ۾ ۽ سج جي روشن ٿيڻ کان اڳ ۾ ۽

الْقَمَرُ مُضِيْئًا وَّالْكَوَاكِبُ مُنِيْرَةً ۝ اَللّٰهُمَّ

چنڊ جي نورانيت کان اڳ ۾ ۽ تارن جي چمڪڻ کان اڳ ۾، اي منهنجا الله

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا

تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمد ڪريم جي

مُحَمَّدٍ عَدَدَ عِلْمِكَ ۝ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

اولاد تي جيترو تنهنجو وسيع علم آهي. ۽ تون صلوٰة موڪل اسانجي سردار

مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ حِلْمِكَ ۝

محمد ڪريم تي ۽ اسانجي سردار محمد ڪريم جي اولاد جيتري تنهنجي وسيع بُردباري آهي.

وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا

۽ تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمد

مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَآ اَحْصَاهُ اللَّوْحُ الْمَحْفُوْظُ

ڪريم جي اولاد تي جيتري تنهنجي وسيع علم جي اندازي ۾ آهي

مِنْ عِلْمِكَ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

جيڪو لوح محفوظ ۾ آهي. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمّد

مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا

ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي ايتري تعداد ۾ جيترا

جَرٰى بِهِ الْقَلَمُ فِىْٓ اُمِّ الْكِتٰبِ عِنْدَكَ ۝

دفعا تو وٽ، لوح محفوظ ۾ تنهنجو مقدّس قلم هليو آهي.

وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا

۽ تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد

مُحَمَّدٍ مِّلْاَ سَمٰوٰتِكَ ۝ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

ڪريم جي اولاد تي آسمانن جيتري. ۽ تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ مِّلْاَ اَرْضِكَ ۝

محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي زمين جيتري.

وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا

۽ تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم

مُحَمَّدٍ مِّلْاَ مَا اَنْتَ خَالِقُهٗ مِنْ يَّوْمِ

جي اولاد تي جيتري تو تخليق ڪئي آهي دنيا جي

خَلَقْتَ الدُّنْيَا اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ ○ اَللّٰهُمَّ

تخليق کان وٺي قيامت جي ڏينهن تائين - اي منهنجا الله تون

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰۤى اٰلِ سَيِّدِنَا

صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد

مُحَمَّدٍ عَدَدَ صُفُوْفِ الْمَلٰۤئِكَةِ وَتَسْبِيْحِهِمْ

ڪريم جي اولاد تي ملائڪن جي صفن ۽ تسبيح

وَتَقْدِيْسِهِمْ وَتَحْمِيْدِهِمْ وَتَمْجِيْدِهِمْ وَ

۽ تقديس ۽ تحميد ۽ تمجيد ۽

تَكْبِيْرِهِمْ وَتَهْلِيْلِهِمْ مِنْ يَّوْمِ خَلَقْتَ

تڪبير ۽ تهليل جيتري، جنهن ڏينهن کان تو دنيا

الدُّنْيَا اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى

پيدا ڪئي آهي، قيامت جي ڏينهن تائين - اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰۤى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ

اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي

السَّحَابِ الْجَارِيَةِ وَالرِّيَاحِ الذَّارِيَةِ مِنْ

هلندڙ ڪڪرن جيتري ۽ هلندڙ هوائن جيتري جنهن

يَوْمَ خَلَقْتَ الدُّنْيَا اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ

ڏينهن کان تو دنيا پيدا ڪئي آهي قيامت جي ڏينهن تائين. اي منهنجا الله تون صلوٰة

عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ

موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمد ڪريم جي اولاد تي هر

كُلِّ قَطْرَةٍ تَقْطُرُ مِنْ سَمٰوٰتِكَ اِلٰى اَرْضِكَ

هڪ قطري جيتري جيڪو آسمان مان زمين تي ڪري ٿو

وَمَا تَقْطُرُ اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ

۽ جيڪي قطرا قيامت جي ڏينهن تائين ڪرندا. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل

عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

اسان جي سردار محمد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمد ڪريم جي اولاد تي

عَدَدَ مَا هَبَّتِ الرِّيَاحُ وَعَدَدَ مَا تَحَرَّكَتِ

هوائن جي هلڻ جيتري ۽ وڻن جي لُڏڻ جيتري

الْاَشْجَارُ وَالْاَوْرَاقُ وَالزُّرُوْعُ وَجَمِيْعِ مَا

۽ پنن ۽ پوکن جي چُرڻ جيتري ۽ جيڪي شين تو پنهنجي

خَلَقْتَ فِىْ قَرَارِ الْحِفْظِ مِنْ يَوْمِ خَلَقْتَ

خاص حفاظت ۾ پيدا ڪيون آهن تخليق واري ڏينهن کان وٺي

الدُّنيَا اِلٰى يَوۡمِ الۡقِيٰمَةِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى

قيامت جي ڏينهن تائين. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ

اسان جي سردار محمد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمد ڪريم جي اولاد تي

الۡقَطۡرِ وَالۡمَطَرِ وَالنَّبَاتِ مِنۡ يَّوۡمِ خَلَقۡتَ

قطرن ۽ مينهن جي ڦڙن ۽ سلن جيتري تخليق واري ڏينهن کان

الدُّنۡيَا اِلٰى يَوۡمِ الۡقِيٰمَةِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى

وٺي قيامت جي ڏينهن تائين. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ

اسان جي سردار محمد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمد ڪريم جي اولاد تي

النُّجُوۡمِ فِي السَّمَآءِ مِنۡ يَّوۡمِ خَلَقۡتَ الدُّنۡيَا اِلٰى

جيترا تارا آسمان ۾ آهن تخليق واري ڏينهن کان وٺي قيامت

يَوۡمِ الۡقِيٰمَةِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

جي ڏينهن تائين. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا خَلَقۡتَ

محمد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمد ڪريم جي اولاد تي جيتري تو تخليق

فِيْ بِحَارِكَ السَّبْعَةِ مِمَّا لَا يَعْلَمُ عِلْمَهٗ إِلَّا

ڪٿي آهي ستن سمنڊن ۾ جنهن جي اندازي کي تو کان سواءِ ڪير به

اَنْتَ وَمَآ اَنْتَ خَالِقُهٗ إِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ ○

نہ ٿو ڄاڻي ۽ جيڪي تون اڃان پيدا ڪندين قيامت جي ڏينهن تائين.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى

اي منهنجا الله تون صلواة موڪل اسانجي سردار محمد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار

اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ الرَّمْلِ وَالْحَصٰى فِيْ

محمد ڪريم جي اولاد تي جيتري ريتي ۽ پٿريون زمين

مَشَارِقِ الْاَرْضِ وَمَغَارِبِهَا○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ

جي اوڀر ۽ اولهه ۾ آهن. اي منهنجا الله تون صلواة موڪل

عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

اسان جي سردار محمد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمد ڪريم جي اولاد تي

عَدَدَ مَا خَلَقْتَ مِنَ الْجِنِّ وَالْاِنْسِ وَمَآ اَنْتَ

جيترا تو جن ۽ انسان خلقيا آهن ۽ جيڪي تون اڃان پيدا

خَالِقُهٗ إِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ

ڪندين قيامت جي ڏينهن تائين. اي منهنجا الله تون صلواة موڪل

عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي

عَدَدَ اَنْفَاسِهِمْ وَاَلْفَاظِهِمْ وَاَلْحَاظِهِمْ

ايتري تعداد ۾ جيترا ماڻھو آھن ۽ سندن ڳالھائڻ آھي ۽ سندن ڏسڻ آھي

مِّنْ يَّوْمِ خَلَقْتَ الدُّنْيَا اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ ○

دنيا جي تخليق کان وٺي قيامت جي ڏينھن تائين.

اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ طَيَرَانِ الْجِنِّ وَالْمَلٰٓئِكَةِ

محمّد ڪريم جي اولاد تي جنن ۽ ملائڪن جي اڏامڻ جيتري

مِنْ يَّوْمِ خَلَقْتَ الدُّنْيَا اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ ○

دنيا جي تخليق کان وٺي قيامت جي ڏينھن تائين.

اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي

اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ الطُّيُوْرِ وَالْھَوَامِّ وَ

سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي پکين جيتري ۽ زمين جي ڪيڙن جيتري

عَدَدَ الوُحُوشِ وَالاٰكَامِ فِي مَشَارِقِ الاَرْضِ وَ

۽ جهنگ جي جانورن جيتري جيڪي زمين جي اوير ۾ ۽

مَغَارِبِهَا ۞ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

زمين جي اولهه ۾ آهن. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ

محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي جيترن

الاَحْيَاءِ وَالاَمْوَاتِ ۞ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى

۽ فوت ٿيل انسانن جيتري. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي

عَدَدَ مَآ اَظْلَمَ عَلَيْهِ الَّيْلُ وَاَشْرَقَ عَلَيْهِ

ايتري تعداد ۾ جيتري رات ۾ اونداهي آهي ۽ ڏينهن ۾

النَّهَارُ مِنْ يَّوْمِ خَلَقْتَ الدُّنْيَا اِلٰى يَوْمِ

روشني آهي دنيا جي تخليق کان وٺي قيامت جي ڏينهن

الْقِيٰمَةِ ۞ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

تائين. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي

وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَنْ يَّمْشِيْ

۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي جيتري مخلوق ٻن پيرن تي

عَلٰى رِجْلَيْنِ وَمَنْ يَّمْشِيْ عَلٰٓى اَرْبَعٍ مِّنْ يَّوْمِ

هلي ٿي ۽ جيتري مخلوق چئن پيرن تي هلي ٿي دنيا جي

خَلَقْتَ الدُّنْيَا اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى

تخليق کان وٺي قيامت جي ڏينهن تائين. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَنْ صَلّٰى

اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمد ڪريم جي اولاد تي اها صلوٰة

عَلَيْهِ مِنَ الْجِنِّ وَالْاِنْسِ وَالْمَلٰٓئِكَةِ

جيڪا جنن ۽ انسانن ۽ ملائڪن پاران ڪريمن تي پڙهي آهي.

مِنْ يَّوْمِ خَلَقْتَ الدُّنْيَآ اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ ○

دنيا جي تخليق کان وٺي قيامت جي ڏينهن تائين.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي

اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَنْ يُّصَلِّيْ عَلَيْهِ ○

سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي ايتري تعداد ۾ جيتري صلوٰة مٿن پڙهجي ٿي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى

اي منهنجا الله تون صلواة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي ۽ اسان جي

اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَنْ لَّمْ يُصَلِّ عَلَيْهِ ○

سردار محمد ڪريم جي اولاد تي ايتري تعداد جيتري صلواة متن نه ٿي پڙهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى

اي منهنجا الله تون صلواة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار

اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا يَجِبُ اَنْ يُّصَلّٰى عَلَيْهِ ○

محمد ڪريم جي اولاد تي جيئن تو کي ٻاجهه ڪري تي صلواة موڪلڻ وڻي ٿي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا

اي منهنجا الله تون صلواة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ كَمَا يَنْبَغِىْ اَنْ يُّصَلّٰى عَلَيْهِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ

محمد ڪريم جي اولاد تي جيئن سندس شان وٽان آهي. اي منهنجا الله تون صلواة موڪل

عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ حَتّٰى

اسان جي سردار محمد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمد ڪريم جي اولاد تي ايستائين جو

لَا يَبْقٰى شَىْءٌ مِّنَ الصَّلٰوةِ عَلَيْهِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ

ڪا به شيء صلواة مان باقي نه رهي. اي منهنجا الله تون ڀرپور مان ٿين

عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِي الْاَوَّلِيْنَ ۝ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

مان اسان جي سردار محمد کريم تي صلواة موڪل. ۽ توڻ پوين مان اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ فِي الْاٰخِرِيْنَ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

محمد ڪريم تي صلواة موڪل. اي منهنجا الله تون صلواة موڪل اسانجي سردار

مُحَمَّدٍ فِي الْمَلَاِ الْاَعْلٰى اِلٰى يَوْمِ الدِّيْنِ ۝

محمد ڪريم تي مقرب ملائڪن جي موجودگي ۾ قيامت جي ڏينهن تائين.

مَا شَآءَ اللّٰهُ لَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ الْعَلِيِّ الْعَظِيْمِ ۝

الله تعالىٰ اهو ڪري ٿو جيڪو چاهي ٿو. الله کانسواءِ ڪا به قوت ناهي ۽ الله تمام وڏو آهي

# اَلْحِزْبُ السَّادِسُ

حصو ڇهون اربع جي ڏينهن پڙهجي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ

اي منهنجا الله تون صلواة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاَعْطِهِ الْوَسِيْلَةَ وَالْفَضِيْلَةَ

محمد ڪريم جي اولاد تي ۽ توڻ ڪين وسيلو[1] عطا ڪر ۽ توڻ

[1] بهشت ۾ اعلىٰ مقام. مواهب لدنيه.

وَالدَّرَجَةَ الرَّفِيْعَةَ وَابْعَثْهُ مَقَامًا مَّحْمُوْدَا نِ

کين بلند درجو ۽ مقام محمود عطا کر جنهن جو

الَّذِیْ وَعَدْتَّهٗ اِنَّكَ لَا تُخْلِفُ الْمِيْعَادَ ○

تو پاڻ کريمن سان وعدو فرمايو بيشڪ تون پنهنجو وعدو نه ٿو مٽائين.

اَللّٰهُمَّ عَظِّمْ شَانَهٗ وَبَيِّنْ بُرْهَانَهٗ وَاَبْلِجْ

اي منهنجا الله تون سندن شان زياده ڪر ۽ سندن دليل ظاهر ڪر ۽ سندن حجت

حُجَّتَهٗ وَبَيِّنْ فَضِيْلَتَهٗ وَتَقَبَّلْ شَفَاعَتَهٗ

روشن ڪر ۽ سندن فضيلت زياده ڪر ۽ سندن شفاعت کي سندن امت ۾

فِیْ اُمَّتِهٖ وَاسْتَعْمِلْنَا بِسُنَّتِهٖ يَا رَبَّ

قبول ڪر ۽ يا رب العلمين اسان کي سندن سُنّت تي عمل جي

الْعٰلَمِيْنَ ○ وَيَا رَبَّ الْعَرْشِ الْعَظِيْمِ ○

توفيق عطا فرماءِ. اي عرش عظيم جا مالڪ

اَللّٰهُمَّ يَا رَبِّ احْشُرْنَا فِیْ زُمْرَتِهٖ وَ

اي منهنجا الله، اي منهنجا رب تون اسان کي (قيامت ۾) سندن امت ۾ کڻي اٿار ۽

تَحْتَ لِوَآئِهٖ وَاسْقِنَا بِكَاْسِهٖ وَانْفَعْنَا

سندن جهنڊي جي هيٺان هجون ۽ اسان کي سندن پيالي مان پيار ۽ اسان کي سندن

بِمَحَبَّتِهٖ اٰمِيْنَ يَارَبَّ الْعٰلَمِيْنَ ۝

محبت جي توفيق ڏي آمين يارب العٰلمين.

اَللّٰهُمَّ يَارَبِّ بَلِّغْهُ عَنَّا اَفْضَلَ السَّلَامِ وَ

اي منهنجا الله اي منهنجا رب، تون پاڪ ڪريمن کي اسانجي طرفان بهترين سلام پهچاءِ

اجْزِهٖ عَنَّآ اَفْضَلَ مَا جَازَيْتَ بِهٖ النَّبِيَّ

۽ کين اسانجي طرفان اهو بهترين ثواب عطا ڪر جيڪو ڪنهن پيغمبر کي

عَنْ اُمَّتِهٖ يَارَبَّ الْعٰلَمِيْنَ ۝ اَللّٰهُمَّ يَارَبِّ

پنهنجي امت کان نه مليو هجي يارب العٰلمين. اي منهنجا الله اي منهنجا رب

اِنِّيْٓ اَسْئَلُكَ اَنْ تَغْفِرَلِيْ وَتَرْحَمَنِيْ وَتَتُوْبَ

بيشڪ توکان دعا گهران ٿو ته تون مونکي بخش ڪرين تون مونتي رحم ڪرين تون منهنجي توبه

عَلَيَّ وَتُعَافِيَنِيْ مِنْ جَمِيْعِ الْبَلَآءِ وَالْبَلْوَآءِ

قبول ڪرين تون مون کي سڀني بلائن ۽ آفتن کان محفوظ رک

الْخَارِجِ مِنَ الْاَرْضِ وَالنَّازِلِ مِنَ السَّمَآءِ

جيڪي زمين مان نڪرن ٿيون ۽ آسمان مان نازل ٿين ٿيون

اِنَّكَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ۝ بِرَحْمَتِكَ وَاَنْ

بيشڪ تون هر شيءِ تي قادر آهين. تون پنهنجي رحمت سان سڀني

إِنَّكَ حَمِيدٌ مَّجِيدٌ ○ وَجَازِهِ عَنَّا أَفْضَلَ مَا

بيشڪ تون گهڻو ساراهيل پاڪ آهين. ۽ پاڻ ڪريمن کي بهترين اجر عطا ڪر جيڪو

جَازَيْتَ نَبِيًّا عَنْ أُمَّتِهِ وَاجْعَلْنَا مِنَ

ڪنهن نبي کي سندن امت کان نه مليو هجي ۽ اسان کي هدايت يافته

الْمُهْتَدِيْنَ بِمِنْهَاجِ شَرِيْعَتِهِ وَاهْدِنَا بِهَدْيِهِ

اُمت مان ڪر جيڪي شريعت پاڪ جي رستي تي هلندڙ آهن ۽ اسان کي سندن هدايت

وَتَوَفَّنَا عَلَىٰ مِلَّتِهِ وَاحْشُرْنَا يَوْمَ الْفَزَعِ

نصيب ڪر ۽ اسان کي سندن دين تي موت نصيب ڪر ۽ قيامت جي ڏينهن اسان کي

الْأَكْبَرِ مِنَ الْآمِنِيْنَ فِيْ زُمْرَتِهِ وَأَمِتْنَا

سندن امن واري امت مان ڪري اٿار ۽ اسان کي سندن ۽ سندن

عَلَىٰ حُبِّهِ وَحُبِّ آلِهِ وَأَصْحَابِهِ وَذُرِّيَّتِهِ ○

آل ۽ اصحاب ۽ اولاد جي محبت تي موت نصيب ڪر.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَىٰ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ أَفْضَلِ

اي منهنجا الله تون صلواة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي جيڪو افضل

أَنْبِيَائِكَ وَأَكْرَمِ أَصْفِيَائِكَ وَإِمَامِ أَوْلِيَائِكَ

پيغمبر آهي ۽ وڏي شان وارو آهي ۽ تنهنجن پيارن جو امام آهي

وَخَاتَمِ اَنْبِيَآئِكَ وَحَبِيْبِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ

۽ خاتم النبيين آهي ۽ رب العٰلمين جو پيارو حبيب آهي

وَشَهِيْدِ الْمُرْسَلِيْنَ وَشَفِيْعِ الْمُذْنِبِيْنَ

۽ رسولن تي (قيامت ۾ رسالت جي) گواهي ڏيندڙ آهن ۽ گنهگارن جي شفاعت ڪندڙ آهن

وَسَيِّدِ وُلْدِ اٰدَمَ اَجْمَعِيْنَ الْمَرْفُوْعِ الذِّكْرِ

۽ سموري انسان ذات جا سردار آهن ۽ ملائڪ مقربن

فِي الْمَلٰٓئِكَةِ الْمُقَرَّبِيْنَ الْبَشِيْرِ النَّذِيْرِ

۾ سندن ذڪر بلند آهي ۽ پاڻ بشارت ڏيندڙ ۽ ڊيڄاريندڙ آهن،

السِّرَاجِ الْمُنِيْرِ الصَّادِقِ الْاَمِيْنِ الْحَقِّ

۽ پاڻ روشن سج آهن ۽ پاڻ نهايت سچا ۽ امين آهن

الْمُبِيْنِ الرَّءُوْفِ الرَّحِيْمِ الْهَادِيْ اِلَى

۽ پاڻ بيان ڪندڙ نهايت شفقت ڪندڙ ۽ نهايت ٻاجهارا آهن ۽ پاڻ ڪريم ماڻهن کي

الصِّرَاطِ الْمُسْتَقِيْمِ الَّذِيْ اٰتَيْتَهٗ سَبْعًا

سڌين رستي جو ڏس ڏيندڙ آهن، پاڻ ڪريم اهي آهن جن کي

مِّنَ الْمَثَانِيْ وَالْقُرْاٰنَ الْعَظِيْمَ نَبِيِّ الرَّحْمَةِ

اَلحـمد شريف ۽ قرآن مجيد عطا ٿيو، پاڻ رحمت وارا نبي آهن

وَهَادِي الْاُمَّةِ اَوَّلِ مَنْ تَنْشَقُّ عَنْهُ الْاَرْضُ

۽ امت کي هدايت ڏيندڙ آهن ۽ روضهء اطهر مان سڀ کان اول پاڻ ڪريم نڪرندا

وَيَدْخُلُ الْجَنَّةَ وَالْمُؤَيَّدِ بِسَيِّدِنَا جِبْرِيْلَ

۽ پاڻ بهشت ۾ داخل ٿيندا ۽ پاڻ ڪريمن کي حضرت جبرئيل ۽

وَسَيِّدِنَا مِيْكَآئِيْلَ الْمُبَشَّرِ بِهٖ فِي التَّوْرٰىةِ

ميڪائيل جي خدمت حاصل هوندي، سندن بشارت توراة ۾ ۽ انجيل ۾

وَالْاِنْجِيْلِ الْمُصْطَفَى الْمُجْتَبَى الْمُنْتَخَبِ اَبِي

آيل آهي ، پاڻ مصطفیٰ ۽ مجتبیٰ آهن ۽ پاڻ انتخاب ڪيل آهن

الْقَاسِمِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ بْنِ عَبْدِ اللّٰهِ

۽ پاڻ حضرت قاسم جا والد اسان جا سردار محمد ڪريم بن عبد الله

بْنِ عَبْدِ الْمُطَّلِبِ بْنِ هَاشِمٍ ۝ اَللّٰهُمَّ صَلِّ

بن عبد المطلب بن هاشم آهن . اي منهنجا الله تون صلوٰة

عَلٰى مَلٰٓئِكَتِكَ وَالْمُقَرَّبِيْنَ الَّذِيْنَ يُسَبِّحُوْنَ

موڪل ملائڪن تي ۽ مقربن تي جيڪي رات ۽ ڏينهن

الَّيْلَ وَالنَّهَارَ لَا يَفْتُرُوْنَ وَلَا يَعْصُوْنَ اللّٰهَ

تنهنجي تسبيح پڙهن ٿا نه ڪاسستي ڪن ٿا ۽ نه تنهنجي

مَا أَمَرَهُمْ وَيَفْعَلُوْنَ مَا يُؤْمَرُوْنَ ○ اَللّٰهُمَّ

بي فرماني ڪن ٿا ۽ اُهو ڪم ڪن ٿا جنهن جو تون کين حڪم ڪرين ٿو. اي منهنجا الله

وَكَمَا اصْطَفَيْتَهُمْ سُفَرَآءَ إِلٰى رُسُلِكَ وَأُمَنَاءَ

جيئنڪ تو انهن کي رسولن تائين پنهنجي پيغام پهچائڻ لاءِ چونڊيو آهي ۽ تنهنجي پيغام کي

عَلٰى وَحْيِكَ وَشُهَدَآءَ عَلٰى خَلْقِكَ وَخَرَقْتَ

امانت سان پهچائڻ ٿا ۽ اهي تنهنجي مخلوق تي گواهه آهن ۽ انهن لاءِ تو غيب جا

لَهُمْ كُنُفَ حُجُبِكَ وَأَطْلَعْتَهُمْ عَلٰى مَكْنُوْنِ

پردا هٽائي ڇڏيا آهن ، ۽ تو انهن کي پنهنجي مخفي غيب تي واقف ڪيو

غَيْبِكَ وَاخْتَرْتَ مِنْهُمْ خَزَنَةً لِّجَنَّتِكَ وَ

آهي ۽ تو انهن مان جنت لاءِ نگهبان چونڊيا آهن ۽

حَمَلَةً لِّعَرْشِكَ وَجَعَلْتَهُمْ مِّنْ أَكْثَرِ جُنُوْدِكَ

اهي تنهنجي عرش عظيم کي کڻندڙ آهن ۽ تو انهن جي لشڪر کي زياده ڪيو آهي

وَفَضَّلْتَهُمْ عَلَى الْوَرٰى وَأَسْكَنْتَهُمُ السَّمٰوٰتِ

۽ تو انهن کي ٻي مخلوق کان بهتر ڪيو آهي ۽ تو انهن کي بلند آسمانن ۾

الْعُلٰى وَنَزَّهْتَهُمْ عَنِ الْمَعَاصِيْ وَالدَّنَاءَاتِ

رهائش ڏني آهي ۽ تو انهن کي گناهن ۽ خراب عادتن کان پاڪ ڪيو آهي

وَقَدَّسْتَهُمْ عَنِ النَّقَآئِصِ وَالْاٰفَاتِ فَصَلِّ

۽ تو انهن کي عيبن ۽ آفتن کان پاڪ ڪيو آهي، پوءِ تون يا الله

عَلَيْهِمْ صَلٰوةً دَآئِمَةً تَزِيْدُهُمْ بِهَا فَضْلًا

انهن تي اها صلوٰة موڪل جيڪا دائمي هجي ۽ انهن جي فضيلت کي اڃان به زياده ڪر

وَتَجْعَلُنَا لِاسْتِغْفَارِهِمْ بِهَا اَهْلًا ۝ اَللّٰهُمَّ

۽ تون اسان کي انهن جي سفارش ڪرڻ جو لائق بناءِ. اي منهنجا الله

وَصَلِّ عَلٰى جَمِيْعِ اَنْبِيَآئِكَ وَرُسُلِكَ الَّذِيْنَ

تون صلوٰة موڪل سڀني نبين ۽ رسولن تي جن جي

شَرَحْتَ صُدُوْرَهُمْ وَاَوْدَعْتَهُمْ حِكْمَتَكَ وَ

سينن کي تو ڪشادو ڪيو آهي ۽ انهن ۾ پنهنجي حڪمت رکائي ۽

طَوَّقْتَهُمْ نُبُوَّتَكَ وَاَنْزَلْتَ عَلَيْهِمْ كُتُبَكَ وَ

۽ تو انهن کي نبوت جي تاج سان نوازيو ۽ تو انهن تي پنهنجا مقدس ڪتاب نازل ڪيا ۽

هَدَيْتَ بِهِمْ خَلْقَكَ وَدَعَوْا اِلٰى تَوْحِيْدِكَ

تو پنهنجي مخلوق کي انهن جي طفيلي هدايت ڏني ۽ انهن توحيد لاءِ ماڻهن کي پڪاريو

وَشَوَّقُوْا اِلٰى وَعْدِكَ وَخَوَّفُوْا مِنْ وَّعِيْدِكَ

۽ ماڻهن کي تنهنجي وعدي جو شوق ڏياريو ۽ تنهنجي عذاب کان خوف ڏياريو

وَاَرْشَدُوْا اِلٰى سَبِيْلِكَ وَقَامُوْا بِحُجَّتِكَ

۽ تنهنجي واٽ جو ماڻهن کي ڏس ڏنو ۽ انهن تنهنجي حجت

وَدَلِيْلِكَ وَسَلِّمِ اللّٰهُمَّ عَلَيْهِمْ تَسْلِيْمًا وَّ

قائم ڪئي ۽ يا الله تون انهن تي تمام گهڻا سلام موڪل ۽

هَبْ لَنَا بِالصَّلٰوةِ عَلَيْهِمْ اَجْرًا عَظِيْمًا ○

اسان کي انهن جي مٿان صلوٰة موڪلڻ سببان اجرِ عظيم عطا ڪر.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمد

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ صَلٰوةً دَآئِمَةً مَّقْبُوْلَةً

ڪريم جي اولاد تي اها صلوٰة موڪل جيڪا دائم مقبول هجي

تُؤَدِّيْ بِهَا عَنَّا حَقَّهُ الْعَظِيْمَ ○ اَللّٰهُمَّ

۽ ان سان اسين سندن عظيم حق ادا ڪري سگهون. اي منهنجا الله تون

صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ صَاحِبِ الْحُسْنِ وَ

صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي جيڪي نهايت خوبصورت ۽

الْجَمَالِ وَالْبَهْجَةِ وَالْكَمَالِ وَالْبَهَآءِ وَالنُّوْرِ

نهايت حسين وجميل آهن ۽ پاڻ ڪماليت ۽ روشني ۽ نورانيت جا مالڪ آهن

وَالْوِلْدَانِ وَالْحُوْرِ وَالْغُرَفِ وَالْقُصُوْرِ وَ

۽ پاڻ ڪريم جنت الفردوس جي سڀني نعمتن جا مالڪ آهن ۽

اللِّسَانِ الشَّكُوْرِ وَالْقَلْبِ الْمَشْكُوْرِ وَالْعِلْمِ

پاڻ ڪريم صاف بيان ڪندڙ ، شڪرگذار آهن ۽ سندن علم

الْمَشْهُوْرِ وَالْجَيْشِ الْمَنْصُوْرِ وَالْبَنِيْنَ وَ

وسيع آهي ۽ سندن لشڪر فاتح آهي ۽ سندن فرزند ۽

الْبَنَاتِ وَالْاَزْوَاجِ الطَّاهِرَاتِ وَالْعُلُوِّ عَلَى

نياڻيون آهن ۽ سندن پاڪ بيبيون آهن ۽ پاڻ بلند درجن تي

الدَّرَجَاتِ وَالزَّمْزَمِ وَالْمَقَامِ وَالْمَشْعَرِ الْحَرَامِ

فائز آهن ۽ پاڻ زم زم ۽ مقامِ ابراهيم جا مالڪ آهن

وَاجْتِنَابِ الْاٰثَامِ وَتَرْبِيَةِ الْاَيْتَامِ وَالْحَجِّ

۽ پاڻ ماڻهن کي بُت پرستي کان منع ڪندڙ آهن ۽ پاڻ يتيمن جا مددگار آهن ۽ پاڻ

وَتِلَاوَةِ الْقُرْاٰنِ وَتَسْبِيْحِ الرَّحْمٰنِ وَصِيَامِ

حج ۽ قرآن ڪريم جي تلاوت ۽ الله جي تسبيح ۽ رمضان جي روزن

رَمَضَانَ وَاللِّوَآءِ الْمَعْقُوْدِ وَالْكَرَمِ وَالْجُوْدِ

جا صاحب آهن ۽ پاڻ مضبوط نيزي جا ۽ احسان ۽ سخاوت

وَالْوَفَاءِ بِالْعُهُوْدِ صَاحِبِ الرَّغْبَةِ وَالتَّرْغِيْبِ

۽ وعدي جي وفاداريءَ جا مالڪ آهن ۽ پاڻ ڪريم رغبت ۽ ترغيب جا مالڪ آهن

وَالْبَغْلَةِ وَالنَّجِيْبِ وَالْحَوْضِ وَالْقَضِيْبِ النَّبِيِّ

۽ پاڻ خچر ۽ اصيل ڏاچيءَ جا مالڪ آهن ۽ پاڻ حوضِ ڪوثر ۽ تلوار جا مالڪ آهن ۽

الْأَوَّابِ النَّاطِقِ بِالثَّوَابِ الْمَنْعُوْتِ فِي الْكِتَابِ

پاڻ الله ڏانهن گهڻو رجوع ڪندڙ پيغمبر ۽ حق ڳالهائيندڙ آهن قرآن ۾ سندن تعريف

النَّبِيِّ عَبْدِ اللهِ النَّبِيِّ كَنْزِ اللهِ النَّبِيِّ

آهي ۽ پاڻ ڪريم الله جا پيارا ٻانها آهن ۽ پاڻ الله جا خزانا آهن ۽ پاڻ ڪريم

حُجَّةِ اللهِ النَّبِيِّ مَنْ اَطَاعَهُ فَقَدْ اَطَاعَ

الله جي حجت آهن، پاڻ اهي نبي آهن جن جي جنهن به شخص فرمانبرداري ڪئي پوءِ

اللهَ وَمَنْ عَصَاهُ فَقَدْ عَصَى اللهَ النَّبِيِّ

بيشڪ ان الله جي فرمانبرداري ڪئي ۽ جنهن ماڻهو سندن نافرماني ڪئي پوءِ بيشڪ ان الله جي

الْعَرَبِيِّ الْقُرَشِيِّ الزَّمْزَمِيِّ الْمَكِّيِّ التِّهَامِيِّ صَاحِبِ

نافرماني ڪئي، پاڻ رسول عربي، قريشي، زمزمي، مڪي ۽ تهامي آهن، پاڻ خوبصورت

الْوَجْهِ الْجَمِيْلِ وَالطَّرْفِ الْكَحِيْلِ وَالْخَدِّ

چهري مبارڪ جا مالڪ آهن ۽ سندن اکيون مبارڪ سرمي واريون آهن ۽ سندن

الْاَسِيْلِ وَالْكَوْثَرِ وَالسَّلْسَبِيْلِ قَاهِرِ

رخسار مبارڪ خوبصورت آهن ۽ پاڻ آب ڪوثر ۽ سلسبيل جا مالڪ آهن ۽ پاڻ

الْمُضَادِّيْنَ مُبِيْدِ الْكٰفِرِيْنَ وَقَاتِلِ

گمراهن تي سختي ڪندڙ آهن ۽ ڪافرن کي ظاهر ڪندڙ آهن ۽ پاڻ مشرڪن

الْمُشْرِكِيْنَ قَائِدِ الْغُرِّ الْمُحَجَّلِيْنَ اِلٰى

کي ختم ڪندڙ آهن ۽ پاڻ نوراني چهري وارن نمازين جي رهنمائي ڪري

جَنَّاتِ النَّعِيْمِ وَجِوَارِ الْكَرِيْمِ صَاحِبِ

ڪين بهشت ۾ پهچائيندڙ آهن ۽ حضرت

سَيِّدِنَا جِبْرِيْلَ عَلَيْهِ السَّلَامُ وَرَسُوْلِ رَبِّ

جبرئيل عليه السّلام سندن خادم آهن ۽ پاڻ رب العٰلمين جا

الْعٰلَمِيْنَ وَشَفِيْعِ الْمُذْنِبِيْنَ وَغَايَةِ الْغَمَامِ ○

سچا پيغمبر آهن ۽ پاڻ گنهگارن جا شفيع ۽ رحمت جا ڪڪر آهن.

وَمِصْبَاحِ الظَّلَامِ وَقَمَرِ التَّمَامِ صَلَّى اللّٰهُ

۽ پاڻ اونداهي ۾ روشني آهن ۽ روشن چنڊ آهن. الله تعالىٰ پاڻ ڪريمن ۽

عَلَيْهِ وَعَلٰى اٰلِهِ الْمُصْطَفَيْنَ مِنْ اَطْهَرِ جِبِلَّةٍ

سندن پلي اولاد تي صلوٰة موڪلي رهيو آهي جيڪي نفايت پاڪ ماڻهن مان آهن

له بهشت جو بهترين چشمو: فيروز اللغات-

صَلٰوةً دَآئِمَةً عَلَى الْاَبَدِ غَيْرَ مُضْمَحِلَّةٍ

اُها صلوٰة هميشه تائين دائمي هجي ۽ ڪڏهن به نه ڪٽجي

صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَعَلٰٓى اٰلِهٖ صَلٰوةً يَّتَجَدَّدُ

الله تعالىٰ پاڪ ڪريمن تي ۽ سندن اولاد تي اُها صلوٰة موڪلي رهيو آهي جنهن

بِهَا حُبُوْرُهٗ وَيُبَشَّرُ بِهَا فِي الْمِيْعَادِ

سان سندن خوشين ۾ تازگي پيدا ٿئي ۽ اُن صلوٰة سان قيامت تائين

بَعْثُهٗ وَنُشُوْرُهٗ فَصَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَعَلٰى

سندن شان زياده ٿئي. پوءِ الله تعالىٰ پاڪ ڪريمن تي ۽ سندن اولاد

اٰلِهِ الْاَنْجُمِ الطَّوَالِعِ صَلٰوةً تَجُوْدُ عَلَيْهِمْ

تي جيڪي چمڪندڙ ستارا آهن، اهڙي صلوٰة موڪلي رهيو آهي

اَجْوَدَ الْغُيُوْثِ الْهَوَامِعِ اَرْسَلَهٗ مِنْ اَرْجَحِ

جيڪا تيز بارش کان به زياده آهي، اها صلوٰة الله تعالىٰ اُن رسول تي موڪلي ٿو

الْعَرَبِ مِيْزَانًا وَّاَوْضَحِهَا بَيَانًا وَّ

جيڪو هر لحاظ کان سڀني عربن کان افضل آهي ۽ سندن گفتگو انهن کان واضح آهي

اَفْصَحِهَا لِسَانًا وَّاَشْمَخِهَا اِيْمَانًا وَّاَعْلٰهَا

۽ پاڪ زبان جا فصيح ۽ بليغ آهن ۽ سندن يقين صادق آهي ۽ سندن درجو

مَقَامًا وَّاَحْلٰهَا كَلَامًا وَّاَوْفٰهَا ذِمَامًا

نهايت بُلند آهي ۽ سندن ڪلام شيرين آهي ۽ پاڻ وڏي شان وارا آهن

وَّاَصْفٰهَا رَغَامًا ○ فَاَوْضَحَ الطَّرِيْقَةَ وَ

۽ پاڻ حسب نسب ۾ سيني کان اعليٰ آهن. ۽ پاڻ ڪريمن رستي کي ظاهر ڪيو ۽

نَصَحَ الْخَلِيْقَةَ وَشَهَّرَ الْاِسْلَامَ وَكَسَّرَ

مخلوق کي هدايت ڪئي ۽ اسلام کي مشهور ڪيو ۽ بُتن کي

الْاَصْنَامَ وَاَظْهَرَ الْاَحْكَامَ وَحَظَرَ الْحَرَامَ

ڀڳو ۽ (شرعي) حڪمن کي جاري ڪيو ۽ حرام شين کان منع ڪئي

وَعَمَّ بِالْاِنْعَامِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَعَلٰٓى اٰلِهٖ

۽ نعمتن کي عام ڪيو. الله تعالىٰ پاڻ ڪريمن ۽ سندن اولاد تي هر

فِيْ كُلِّ مَحْفِلٍ وَّمَقَامٍ اَفْضَلَ الصَّلٰوةِ وَ

مجلس ۽ هر جاءِ تي بهترين صلوٰة وسلام

السَّلَامِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَعَلٰٓى اٰلِهٖ عَوْدًا وَّ

موڪلي رهيو آهي. الله تعالىٰ پاڻ ڪريمن ۽ سندن اولاد تي اوّل ۽ آخر ۾ صلوٰة

بَدْءًا ○ صَلٰوةً تَكُوْنُ ذَخِيْرَةً وَّوِرْدًا صَلَّى

موڪلي رهيو آهي. اُها صلوٰة جيڪا ذخيرو ڪيل آهي - الله تعالىٰ

اللّٰهُ عَلَيۡهِ وَعَلٰۤى اٰلِهٖ صَلٰوةً تَامَّةً زَاكِيَةً

پاڻ ڪريمن ۽ سندن اولاد تي اهڙا صلوٰة موڪلي رهيو آهي جيڪا ڪامل ۽ شفاف آهي

وَّصَلَّى اللّٰهُ عَلَيۡهِ وَعَلٰۤى اٰلِهٖ صَلٰوةً يَّتۡبَعُهَا

۽ الله تعالىٰ پاڻ ڪريمن ۽ سندن اولاد تي اهڙا صلوٰة موڪلي رهيو آهي جنهن ۾ رحمت

رَوۡحٌ وَّرَيۡحَانٌ وَّيَعۡقُبُهَا مَغۡفِرَةٌ وَّرِضۡوَانٌ ۝

۽ خوشبوءِ آهي ۽ ان جي آخر ۾ بخشش ۽ رضامندو آهي.

وَّصَلَّى اللّٰهُ عَلٰۤى اَفۡضَلِ مَنۡ طَابَ مِنۡهُ

۽ الله تعالىٰ ان پيغمبر تي صلوٰة موڪلي رهيو آهي جنهن جو حسب ۽ نسب

النِّجَارُ وَسَمَا بِهِ الۡفَخَارُ وَاسۡتَنَارَتۡ

پاڪ آهي ۽ سندن اخلاق طيبه پاڪ آهن ۽ سندن پيشاني مبارڪ

بِنُوۡرِ جَبِيۡنِهِ الۡاَقۡمَارُ ۝ وَتَضَآءَلَتۡ عِنۡدَ

جي نور سان چنڊ چمڪيا. ۽ سندن سخاوت ۽ ڪرم جي اڳيان

جُوۡدِ يَمِيۡنِهِ الۡغَمَآئِمُ وَالۡبِحَارُ سَيِّدِنَا وَ

ڪڪر ۽ درياءَ شرمندا آهن، پاڻ ڪريم اسان جا سردار ۽

وَنَبِيِّنَا مُحَمَّدِ الَّذِىۡ بِبَاهِرِ اٰيَاتِهٖ

اسان جا نبي آهن سندن نالو مبارڪ محمد ﷺ ڪريم آهي، پاڪ ڪريمن جي ظاهري نشانين سان

اَضَاءَتِ الْاَنْجَادُ وَالْاَغْوَارُ وَبِمُعْجِزَاتِ

زمين جون هيناهيون ۽ متاهيون روشن ٿي ويون ۽ سندن معجزن جو

اٰيَاتِهٖ نَطَقَ الْكُتُبُ وَتَوَاتَرَتِ الْاَخْبَارُ

بيان قرآن كريم كري ٿو ۽ اُن باري ۾ مُسلسل حديثون اچن ٿيون

صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَعَلٰٓى اٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ

الله تعالىٰ پاڻ ڪريمن ۽ سندن اولاد ۽ اصحابن تي صلوٰة موڪلي رهيو آهي

الَّذِيْنَ هَاجَرُوْا لِنُصْرَتِهٖ وَنَصَرُوْهُ فِيْ

اُهي اصحابي جن هجرت ڪئي پاڻ ڪريمن جي مدد لاءِ ۽ سندن هجرت ڪان پوءِ

هِجْرَتِهٖ فَنِعْمَ الْمُهَاجِرُوْنَ وَنِعْمَ الْاَنْصَارُ

مديني وارن سندن مدد ڪئي پوءِ مهاجر ۽ انصار سڀئي بهترين انسان آهن

صَلٰوةً نَامِيَةً دَآئِمَةً مَّا سَجَعَتْ فِيْ

اُها صلوٰة موڪل جيڪا پوري ۽ دائمي هجي جيستائين پکي جهنگن ۾

اَيْكِهَا الْاَطْيَارُ وَهَمَعَتْ بِوَبْلِهَا الدِّيْمَةُ

بولين ۽ جيستائين بارشون زور سان وسن

اَلْمِدْرَارُ ضَاعَفَ اللهُ عَلَيْهِ دَآئِمَ صَلَوَاتِهٖ

ان کان به زياده هميشه صلوٰتون هجن پاڻ ڪريمن تي

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِهٖ

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي ۽ سندن اولاد

الطَّيِّبِيْنَ الْكِرَامِ صَلٰوةً مَّوْصُوْلَةً دَآئِمَةً

پاڪ تي جيڪي معزز آهن اها صلوٰة جيڪا هميشه هميشه لئين پهچي

الْاِتِّصَالِ بِدَوَامِ ذِي الْجَلَالِ وَالْاِكْرَامِ ۝

تنهنجي وجود مقدس جي دائم هجڻ سان ياذالجلال والاڪرام

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ ۨالَّذِيْ

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي جيڪي

هُوَ قُطْبُ الْجَلَالَةِ وَشَمْسُ النُّبُوَّةِ وَالرِّسَالَةِ

جلالت جا قطب آهن ۽ نبوت ۽ رسالت جا سج آهن

وَالْهَادِيْ مِنَ الضَّلَالَةِ وَالْمُنْقِذُ مِنَ

۽ ماڻهن کي گمراهيءَ کان هدايت ڏيندڙ آهن ۽ ڪين جهالت کان

الْجَهَالَةِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ صَلٰوةً

بچائيندڙ آهن صلى الله عليه وآله وسلم اها صلوٰة موڪل

دَآئِمَةَ الْاِتِّصَالِ وَالتَّوَالِيْ مُتَعَاقِبَةً

جيڪا هميشه ۽ لاڳيتي پهچي جيئن رات ۽ ڏينهن

بِتَعَاقُبِ الْاَيَّامِ وَاللَّيَالِيْ ○

هڪ ٻئي جي پويان اچن ٿا.

# اَلْحِزْبُ الثَّامِنُ

## حصو اٺون

حصو اٺون حصي ستين سان ملائي خميس ڏينهن دعاءِ اختتام سان ختم پورو ڪجي

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ النَّبِيِّ

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي جيڪي دنيا سان رغبت

الزَّاهِدِ رَسُوْلِ الْمَلِكِ الصَّمَدِ الْوَاحِدِ صَلَّى

نہ رکندڙ نبي آهن ۽ پاڪ ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم

اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ صَلٰوةً دَائِمَةً اِلٰى مُنْتَهَى

الله جا سچا رسول آهن. اي الله تون اهڙا صلوٰة موڪل جيڪا هميشه هجي ۽ ان کي انتها نه هجي

الْاَبَدِ بِلَا انْقِطَاعٍ وَّلَا نَفَادٍ صَلٰوةً

۽ اهڙا دائمي هجي ۽ منقطع ۽ ختم ٿيندڙ نہ هجي، اهڙا صلوٰة هجي جنهن سان

تُنْجِيْنَا بِهَا مِنْ حَرِّ جَهَنَّمَ وَبِئْسَ الْمِهَادُ ○

تون اسان کي جهنم جي باھ کان بچائين ۽ جهنم تمام خراب جاءِ آهي .

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ نِ النَّبِيِّ

اي منهنجا الله تون صلوٰة ۽ سلام موڪل اسانجي سردار محمد ڪريم تي جيڪي ساري ڪائنات

الْاُمِّيِّ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَسَلِّمْ صَلٰوةً لَّا يُحْصٰى لَهَا

جا اصل آهن ۽ سندن اولاد تي، اهڙا صلوٰة موڪل جنهن جو ڪو به مقرر تعداد

عَدَدٌ وَّلَا يُعَدُّ لَهَا مَدَدٌ ۞ اَللّٰهُمَّ صَلِّ

نه هجي ۽ جنهن جو ڪو تخمينو نه هجي. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل

عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ صَلٰوةً تُكْرِمُ بِهَا مَثْوَاهُ

اسان جي سردار محمد ڪريم تي اهڙا صلوٰة جنهن سان سندن شان اجان زياده ٿئي

وَتُبَلِّغُ بِهَا يَوْمَ الْقِيٰمَةِ مِنَ الشَّفَاعَةِ رِضَاهُ ۞

۽ تون اُن صلوٰة سان قيامت جي ڏينهن راضي ٿي پاڪ ڪريمن کي شفاعتِ ڪبريٰ عطا ڪر.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ نِ النَّبِيِّ

اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي جيڪي حسب نسب

الْاَصِيْلِ السَّيِّدِ النَّبِيْلِ الَّذِيْ جَآءَ بِالْوَحْيِ

وارا نجي آهن ۽ پاڻ وڏا ۽ سردار آهن جن جي مٿان وحي رباني

وَالتَّنْزِيْلِ وَاَوْضَحَ بَيَانَ التَّاوِيْلِ وَجَآءَهٗ

نازل ٿي ۽ پاڻ ڪريمن ان وحيءَ جي وضاحت فرمائي ۽ پاڻ ڪريمن

الامين سيدنا جبريل عليه السلام بالكرامة

وت تعظيم ۽ تکريم سان حضرت جبرئيل

والتفضيل واسرى به الملك الجليل في

عليه السّلام آيو ۽ پاڻ کريمن کي الله تعالیٰ هڪ وڏي طويل

الليل البهيم الطويل فكشف له عن اعلى

رات ۾ جسماني معراج ڪرايو، پوءِ الله تعالیٰ پاڻ ڪريمن کي پهنچي

الملكوت واراه سناء الجبروت ونظر الى

مخلوق جو مشاهدو ڪرايو ۽ ڪين جبروت جي بلندي ڏيکاري ۽ پاڻ ڪريمن جسماني اکين سان

قدرة الحي الدائم الباقي الذي لا يموت ○ صلى الله

روبرو الله تعالیٰ جو ديدار ڪيو ۽ ان مقدس ذات کي فنا ناهي. الله تعالیٰ پاڻ

عليه وسلم صلوة مقرونة بالجمال والحسن و

ڪريمن تي اُها صلواة ۽ سلام موڪلي رهيو آهي، جنهن ۾ خوبصورتي ۽ حسن ۽

الكمال والخير والافضال ○ اللهم صل على سيدنا

ڪمال ۽ خير ۽ ڀلائي آهي. اي منهنجا الله تون صلواة موڪل اسان جي سردار

محمد وعلى ال سيدنا محمد عدد الاقطار وصل

محمد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمد ڪريم جي اولاد تي مينهن جي قطرن جيتري ۽ تون صلواة

عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

موکل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي

عَدَدَ وَرَقِ الْاَشْجَارِ ۝ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

وڻن جي پنن جيتري. ۽ تون صلوٰة موکل اسانجي سردار محمّد ڪريم تي

وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ زَبَدِ الْبِحَارِ ۝

۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي سمنڊ جي گجيءَ جيتري.

وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا

۽ تون صلوٰة موکل اسان جي سردار محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي

مُحَمَّدٍ عَدَدَ الْاَنْهَارِ ۝ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

اولاد تي نهرن جيتري. ۽ تون صلوٰة موکل اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ رَمْلِ

محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي ريگستان جي واريءَ

الصَّحَارٰى وَالْقِفَارِ ۝ وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا

جي ذرڙن جيتري. ۽ تون صلوٰة موکل اسان جي سردار

مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ ثِقْلِ

محمّد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمّد ڪريم جي اولاد تي جبلن ۽

الجبال والاحجار ○ وصل على سيدنا محمد
پٿرن جيتري. ۽ تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ڪريم تي
وعلى آل سيدنا محمد عدد اهل الجنة و
۽ اسان جي سردار محمد ڪريم جي اولاد تي جنتين جيتري ۽
اهل النار ○ وصل على سيدنا محمد وعلى آل
دوزخين جيتري. ۽ تون صلوٰة موڪل اسانجي سردار محمد ڪريم تي ۽ اسانجي سردار
سيدنا محمد عدد الابرار والفجار ○ وصل
محمد ڪريم جي اولاد تي نيڪوڪارن ۽ بدڪارن جيتري. ۽ تون صلوٰة موڪل
على سيدنا محمد وعلى آل سيدنا محمد
اسان جي سردار محمد ڪريم تي ۽ اسان جي سردار محمد ڪريم جي اولاد تي
عدد ما يختلف به الليل والنهار ○ واجعل
جيترا ڏينهن ۽ رات تبديل ٿين ٿا. اي منهنجا الله تون
اللهم صلاتنا عليه حجابا من عذاب
رسول عربيؐ تي صلوٰة پڙهڻ جي ڪري اسان کي جهنم جي عذاب کان
النار وسببا لاباحة دار القرار انك انت
محفوظ رک ۽ انهيءَ صلوٰة جي ڪري اسان کي بهشت ۾ داخل ڪر بيشڪ تون غالب

الْعَزِيْزُ الْغَفَّارُ ○ وَصَلَّى اللّٰهُ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ

بخشيندڙ آهين. ۽ تون صلوٰة موڪل اسان جي سردار محمد ﷺ ڪريم تي

وَّعَلٰى اٰلِهِ الطَّيِّبِيْنَ وَذُرِّيَّتِهِ الْمُبَارَكِيْنَ

۽ سندن پاڪ آل تي ۽ سندن مبارڪ اولاد تي

وَصَحَابَتِهِ الْاَكْرَمِيْنَ وَاَزْوَاجِهٖ اُمَّهَاتِ

۽ معزز اصحابن تي ۽ سندن پاڪ بيبين تي جيڪي مؤمنن جون

الْمُؤْمِنِيْنَ صَلٰوةً مَّوْصُوْلَةً تَتَرَدَّدُ اِلٰى

مائرون آهن، اهڙا صلوٰة هجي جيڪا لاڳيتي ۽ قيامت تائين

يَوْمِ الدِّيْنِ ○ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِ

مستقل هجي. اي منهنجا الله تون صلوٰة موڪل ڀلارن جي

الْاَبْرَارِ وَزَيْنِ الْمُرْسَلِيْنَ الْاَخْيَارِ وَاَكْرَمِ

سردار تي ۽ رسولن جي اڳواڻ تي ۽ ان نبيءَ تي جنهن کان

مَنْ اَظْلَمَ عَلَيْهِ الَّيْلُ وَاَشْرَقَ عَلَيْهِ النَّهَارُ ○

وڌيڪ معزز نبيءَ تي نه رات گذري هجي ۽ نه ان تي ڏينهن روشن ٿيو هجي.

ثَلٰثًا ○ اَللّٰهُمَّ يَا ذَا الْمَنِّ الَّذِيْ لَا يُكَافٰى

(هي الفاظ ٽي دفعا چوي) اي منهنجا الله تون احسان ڪندڙ آهين ۽ تنهنجي احسان کي

اِمْتِنَانُهٗ وَالطَّوْلِ الَّذِيْ لَايُجَارٰى اِنْعَامُهٗ

کیر به مَنّائي نہ توسگھي ۽ تون اهڙو بخشش کندڙ آهين جو تنهنجي بخشش

وَاِحْسَانُهٗ نَسْئَلُكَ بِكَ وَلَانَسْئَلُكَ بِاَحَدٍ

کي کير به مَنّائي نہ توسگھي، آئون تو کان سوال کريان ٿو ۽ تو کان علاوه کنهن کان

غَيْرِكَ اَنْ تُطْلِقَ اَلْسِنَتَنَا عِنْدَ السُّؤَالِ وَ

به سوال نہ ٿو کريان تہ تون مون کي قبر ۾ سوال وقت جواب ڏيڻ جي توفيق عطا کر ۽

تُوَفِّقَنَا لِصَالِحِ الْاَعْمَالِ وَتَجْعَلَنَا مِنَ

۽ تون مونکي (دنيا ۾) نيک عمل جي توفيق عطا کر ۽ تون مون کي يا الله

الْاٰمِنِيْنَ يَوْمَ الرَّجْفِ وَالزَّلَازِلِ يَاذَا الْعِزَّةِ

قيامت جي ڏينهن امن و امان وارن ماڻهن مان

وَالْجَلَالِ ○ اَسْئَلُكَ يَانُوْرَ النُّوْرِ قَبْلَ الْاَزْمِنَةِ

کر ـ آئون تو کان سوال کريان ٿو اي الله تون زمانن ۽ وقتن

وَالدُّهُوْرِ ○ اَنْتَ الْبَاقِيْ بِلَا زَوَالٍ نِ الْغَنِيُّ

کان اڳ ۾ موجود هئين. تون هميشه آهين توکي زوال ناهي تون بي مثال

بِلَا مِثَالٍ نِ الْقُدُّوْسُ الطَّاهِرُ الْعَلِيُّ الْقَاهِرُ

غني آهين تون مقدس، پاک، مٿاهون ۽ قدرت وارو آهين

الَّذِیْ لَا یُحِیْطُ بِهٖ مَکَانٌ وَّلَا یَشْتَمِلُ عَلَیْهِ

تنهنجي وجود کي ڪا به جاءِ احاطو نه ٿي ڪري ۽ نه توکي ڪو به زمانو

زَمَانٌ ○ اَسْئَلُكَ بِاَسْمَآئِكَ الْحُسْنٰی كُلِّهَا

نه ٿو لڳي. آئون توکان تنهنجن سڀني سهڻن نالن جي طفيلي ۽

وَبِاَعْظَمِ اَسْمَآئِكَ اِلَيْكَ وَاَشْرَفِهَا عِنْدَكَ

اسمِ اعظم جي طفيلي دُعا گهران ٿو ۽ معزز ۽ مڪرم

مَنْزِلَةً وَّاَجْزَلِهَا عِنْدَكَ ثَوَابًا وَّاَسْرَعِهَا

نالن جي طفيلي دُعا گهُران ٿو جن جو ثواب به وڌ گهڻو آهي ۽ تون

مِنْكَ اِجَابَةً وَّبِاسْمِكَ الْمَخْزُوْنِ الْمَكْنُوْنِ

فورًا دُعا قبول ڪرين ٿو ۽ اُن ڳجهي ۽ راز واري

الْجَلِيْلِ الْاَجَلِّ الْكَبِيْرِ الْاَكْبَرِ الْعَظِيْمِ الْاَعْظَمِ

۽ شان واري ۽ تمام وڏي نالي جي طفيلي دُعا گهُران ٿو جيڪو

الَّذِیْ تُحِبُّهٗ وَتَرْضٰی عَمَّنْ دَعَاكَ بِهٖ وَ

نهايت وڏو آهي جنهن ڪان تون راضي آهين ۽ جيڪو ماڻهو توکان دُعا گهري ٿو ان کي تون راضي

تَسْتَجِيْبُ لَهٗ دُعَآءَهٗ ○ اَسْئَلُكَ اللّٰهُمَّ بِلَآ

ڪري اُن جي دُعائون قبول ڪرين ٿو. يا الله آئون توکان سوال ڪريان ٿو ته

اِلٰهَ اِلَّا اَنْتَ الْحَنَّانُ الْمَنَّانُ بَدِيْعُ السَّمٰوٰتِ

ڪو بہ معبود تو کان سواءِ ناهي ۽ تون وڏو مهربان نعمت ڪندڙ آسمانن ۽

وَالْاَرْضِ ذُوالْجَلَالِ وَالْاِكْرَامِ عٰلِمُ الْغَيْبِ وَ

زمين کي نئين سر پيدا ڪندڙ آهين ۽ تون وڏي جاهه جلال وارو آهين ۽ تون غيب ۽ حاضر

الشَّهَادَةِ الْكَبِيْرُ الْمُتَعَالِ ○ وَاَسْئَلُكَ بِاسْمِكَ الْعَظِيْمِ

کي ڄاڻندڙ رب آهين. ۽ آئون توکان اُن اسم اعظم جي وسيلي سان

الْاَعْظَمِ الَّذِىْ اِذَا دُعِيْتَ بِهٖ اَجَبْتَ وَاِذَا

دُعا گهران ٿو جنهن جي وسيلي سان تون دُعائون قبول ڪرين ٿو ۽ سوال

سُئِلْتَ بِهٖ اَعْطَيْتَ وَاَسْئَلُكَ بِاسْمِكَ الَّذِىْ

منظور ڪرين ٿو ۽ آئون توکان اُن اسم اعظم جي وسيلي سان دُعا

يَذِلُّ لِعَظَمَتِهِ الْعُظَمَآءُ وَالْمُلُوْكُ وَالسِّبَاعُ

گهران ٿو جنهن جي عظمت سان وڏا ماڻهو ۽ بادشاهه ۽ خونخوار جانور

وَالْهَوَامُّ وَكُلُّ شَيْءٍ خَلَقْتَهٗ يَا اَللّٰهُ يَا رَبُّ

۽ زمين جا ڪيڙا ماڪوڙا ۽ تنهنجي سموري مخلوق عاجز ٿئي ٿي يا الله يا رب

اِسْتَجِبْ دَعْوَتِيْ يَا مَنْ لَّهُ الْعِزَّةُ وَالْجَبَرُوْتُ

تون منهنجي دُعا قبول فرماءِ. اي اهڙا مقدس هستي جنهن کي وڏو شان ۽ قدرت

يَا ذَا الْمُلْكِ وَالْمَلَكُوْتِ يَا مَنْ هُوَ حَيٌّ لَا

آهي اي وڏي ملڪ ۽ بادشاهي وارا، اي اها مقدس هستي جيڪا

يَمُوْتُ سُبْحَانَكَ رَبِّ مَا اَعْظَمَ شَانُكَ

هميشه هميشه زنده آهي، اي منهنجا رب آئون تنهنجي تسبيح پڙهان ٿو، تنهنجو ڪيڏو نه

وَاَرْفَعَ مَكَانُكَ اَنْتَ رَبِّيْ يَا مُتَقَدِّسًا فِيْ

عظيم شان ۽ اعليٰ مڪان آهي، تون منهنجو رب آهين. اي پنهنجي قدرت ۾

جَبَرُوْتِهٖ اِلَيْكَ اَرْغَبُ وَاِيَّاكَ اَرْهَبُ يَا عَظِيْمُ يَا

مقدس هستي، توسان آئون محبت رکان ٿو ۽ توکان آئون ڊڄان ٿو يا عظيم يا

كَبِيْرُ يَا جَبَّارُ يَا قَادِرُ يَا قَوِيُّ تَبَارَكْتَ يَا عَظِيْمُ

ڪبير يا جبار يا قادر يا قوي اي الله تون وڏي برڪت وارو آهين

تَعَالَيْتَ يَا عَلِيْمُ سُبْحَانَكَ يَا عَظِيْمُ

اي الله تون نهايت بلند آهين، يا الله آئون تنهنجي تسبيح پڙهان ٿو

سُبْحَانَكَ يَا جَلِيْلُ اَسْئَلُكَ بِاسْمِكَ الْعَظِيْمِ

يا الله آئون تنهنجي تسبيح پڙهان ٿو ۽ آئون تو کان اسم اعظم

التَّآمِّ الْكَبِيْرِ اَنْ لَّا تُسَلِّطَ عَلَيْنَا جَبَّارًا

جي مڪمل ۽ وڏي نالي جي وسيلي سان سوال ڪريان ٿو ته تون اسان جي مٿان

عَنِيْدًا وَّلَا شَيْطَانًا مَّرِيْدًا وَّلَآ اِنْسَانًا

كنهن ظالم ۽ كنهن شيطان

حَسُوْدًا وَّلَا ضَعِيْفًا مِّنْ خَلْقِكَ وَلَا

۽ كنهن انسان ۽ كنهن ضعيف ۽ كنهن طاقتور

شَدِيْدًا وَّلَا بَآرًّا وَّلَا فَاجِرًا وَّلَا عَنِيْدًا وَّلَا

۽ كنهن نيكوكار ۽ كنهن بدكار ياكنهن باغي

عَنِيْدًا ○ اَللّٰهُمَّ اِنِّيْٓ اَسْئَلُكَ فَاِنِّيْٓ اَشْهَدُ

کي امان ۾ مسلط نه ڪراءِ منهنجا الله بيشڪ آئون توکان سوال ڪريان ٿو ۽ آئون تنهنجي شاهدي

اَنَّكَ اَنْتَ اللّٰهُ الَّذِىْ لَآ اِلٰهَ اِلَّآ اَنْتَ الْوَاحِدُ

ڏيان ٿو ته بيشڪ تون ئي الله آهين، ڪو به معبود توکانسواءِ ناهي تون واحد ۽

الْاَحَدُ الصَّمَدُ الَّذِىْ لَمْ يَلِدْ وَلَمْ يُوْلَدْ وَلَمْ

احد ۽ صمد آهين ۽ تو مان ڪو به پيدا نه ٿيو آهي ۽ نه تون ڪنهن مان پيدا ٿيو آهين ۽

يَكُنْ لَّهٗ كُفُوًا اَحَدٌ يَّا هُوَ يَا مَنْ لَّا هُوَ اِلَّا هُوَ يَا مَنْ

نه ڪو تنهنجو ڀائيواري آهي. تون ئي ته آهين ۽ توکان سواءِ ٻيو

لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ يَآ اَزَلِيُّ يَآ اَبَدِيُّ يَا دَهْرِيُّ يَا دَيْمُوْمِيُّ

ڪو به ناهي، اي اهڙا مقدس ذات جيڪا ازل کان ابد تائين آهي اي هميشه ۽ دائم رهڻ

يَا مَنْ هُوَ الْحَيُّ الَّذِيْ لَا يَمُوْتُ يَآ اِلٰهَنَا وَ

وارث مقدس هستي، اي اهڙا مقدس هستي جيڪا هميشه زنده آهي اُن کي فنا ناهي، اي اسان جا الله

اِلٰهَ كُلِّ شَيْءٍ اِلٰهًا وَّاحِدًا لَّآ اِلٰهَ اِلَّآ اَنْتَ ○

۽ الله هر شيءِ جا، تون اڪيلو معبود آهين توکان سواءِ ٻيو ڪو به معبود ناهي.

اَللّٰهُمَّ فَاطِرَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ عٰلِمَ الْغَيْبِ

اي منهنجا الله تون آسمانن ۽ زمينن کي پيدا ڪندڙ آهين ۽ تون غيب ۽ حاضر کي

وَالشَّهَادَةِ الرَّحْمٰنَ الرَّحِيْمَ الْحَيَّ الْقَيُّوْمَ

ڄاڻندڙ نهايت مهربان ٻاجهارو آهين. تون زنده ۽ ڪائنات کي قائم رکندڙ آهين

الدَّيَّانَ الْحَنَّانَ الْمَنَّانَ الْبَاعِثَ الْوَارِثَ

تون ديان تون حنان تون منان تون باعث تون وارث

ذَا الْجَلَالِ وَالْاِكْرَامِ ○ قُلُوْبُ الْخَلَآئِقِ بِيَدِكَ

۽ تون وڏي جاه و جلال وارو آهين. تنهنجي دستِ قدرت ۾ مخلوق جون

نَوَاصِيْهِمْ اِلَيْكَ فَاَنْتَ تَزْرَعُ الْخَيْرَ فِيْ

دليون ۽ پيشانيون آهن ۽ حقيقت ۾ تون انهن دلين ۾ خير ۽ شر

قُلُوْبِهِمْ وَتَمْحُوا الشَّرَّ اِذَا شِئْتَ مِنْهُمْ ○

ڪاشت ڪرين ٿو ۽ جنهن وقت تون چاهين انهن مان شر ختم ڪرين ٿو.

ك تفسير روح المعاني.

فَاسْئَلُكَ اللّٰهُمَّ اَنْ تَمْحُوَ مِنْ قَلْبِىْ كُلَّ

پوءِ يا الله آئون توکان اهو سوال ڪريان ٿو ته تون منهنجي دل مان اها شيءِ ختم

شَىْءٍ تَكْرَهُهٗ وَاَنْ تَحْشُوَ قَلْبِىْ مِنْ خَشْيَتِكَ

ڪري ڇڏ جيڪا تو کي نه ٿي وڻي ۽ تون منهنجي دل کي پنهنجي خوف

وَمَعْرِفَتِكَ وَرَهْبَتِكَ وَالرَّغْبَةِ فِيْمَا عِنْدَكَ

۽ معرفت ۽ محبت ۽ رغبت سان ڀري ڇڏ، اهي سڀ شيون تو وٽ آهن

وَالْاَمْنِ وَالْعَافِيَةِ وَاعْطِفْ عَلَيْنَا بِالرَّحْمَةِ

۽ آئون تو کان امن ۽ عافيت ۽ رحمت ۽

وَالْبَرَكَةِ مِنْكَ وَاَلْهِمْنَا الصَّوَابَ وَالْحِكْمَةَ ○

برڪت طلب ڪريان ٿو ۽ مون کي صراط مستقيم ۽ حڪمت عطا ڪر.

فَنَسْئَلُكَ اللّٰهُمَّ عِلْمَ الْخَائِفِيْنَ وَاِنَابَةَ

پوءِ يا الله اسين توکان ڊڄندڙ ماڻهن جيترو ڊپ ۽ مسڪينن جيتري

الْمُخْبِتِيْنَ وَاِخْلَاصَ الْمُوْقِنِيْنَ وَشُكْرَ

آزي نيازي ، ۽ يقين رکندڙ جيترو يقين ۽ صبر ڪندڙن جيترو

الصَّابِرِيْنَ وَتَوْبَةَ الصِّدِّيْقِيْنَ ○ وَنَسْئَلُكَ

صبر ۽ سچن ٻانهن جيتري توبه تو کان طلب ڪريون ٿا ۽ اسين توکان دعا گهرون ٿا

اَللّٰهُمَّ بِنُوْرِ وَجْهِكَ الَّذِیْ مَلَاَ اَرْكَانَ

تہ اي منهنجا الله تنهنجي مقدس ذات جي نور سان عرش عظيم جا ڪنارا پُر نور

عَرْشِكَ اَنْ تَنْزِعَ فِیْ قَلْبِیْ مَعْرِفَتَكَ حَتّٰی

ٿي ويا آهن تون منهنجي دل ۾ پنهنجي معرفت پيدا ڪرايستائين

اَعْرِفَكَ حَقَّ مَعْرِفَتِكَ كَمَا يَنْبَغِیْ اَنْ تُعْرَفَ

جو آءُ تون توکي صحيح نموني سان سُڃاڻي سگهان جيئن توکي سڃاڻ ضروري

بِهٖ وَصَلَّى اللّٰهُ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ خَاتَمِ النَّبِيِّيْنَ

آهي ۽ الله تعالیٰ اسان جي سردار محمد ڪريم تي صلوٰة ۽ سلام موڪلي رهيو آهي ۽

وَاِمَامِ الْمُرْسَلِيْنَ وَعَلٰٓى اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلَّمَ

ياڻ خاتم النبيين ۽ امام المرسلين آهن ۽ سندن اولاد ۽ اصحابن تي به الله تعالیٰ صلوٰة

تَسْلِيْمًا وَّالْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ۝

۽ سلام موڪلي رهيو آهي ۽ سڀئي تعريفون الله لاءِ آهن جيڪو رب آهي جهانن جو.

اَللّٰهُمَّ اغْفِرْ لِمُؤَلِّفِهٖ وَارْحَمْهُ وَاجْعَلْهُ

اي منهنجا الله تون هن ڪتاب جي مصنف کي بخش ڪر ۽ ان تي رحم ڪر ۽ ان کي

مِنَ الْمَحْشُوْرِيْنَ فِیْ زُمْرَةِ النَّبِيِّيْنَ وَ

قيامت جي ڏينهن انهن جماعت مان ڪري اُٿار جنهن ۾ نبي ۽

الصِّدِّيقِيْنَ وَالشُّهَدَآءِ وَالصّٰلِحِيْنَ

صديق ۽ شهيد ۽ صالح هوندا

بِفَضْلِكَ يَارَحْمٰنُ ○ وَاغْفِرِ اللّٰهُمَّ لَنَا وَ

يا الله اهو تنهنجو فضل ٿيندو. ۽ يا الله تون اسان کي بخش ڪر ۽

لِوَالِدِيْنَا وَلِاُسْتَاذِيْنَا وَلِمَشَآئِخِنَا وَلِجَمِيْعِ

اسان جي پيءُ ماءُ کي بخش ڪر ۽ اسان جي مرشدن کي بخش ڪر ۽ سيني

الْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنَاتِ وَالْمُسْلِمِيْنَ وَالْمُسْلِمَاتِ

مؤمنن ۽ مؤمنياڻين ۽ مسلمان مردن ۽ عورتن

الْاَحْيَآءِ مِنْهُمْ وَالْاَمْوَاتِ بِرَحْمَتِكَ يَا

کي بخش ڪر جن مان ڪي زنده آهن ۽ ڪن جو وصال ٿيو آهي، يا ارحم الراحمين

اَرْحَمَ الرّٰحِمِيْنَ ○ وَاَنْ تَتُوْبَ عَلَيْهِ اِنَّكَ

اها تنهنجي رحمت ٿيندي. ۽ تون مٿن احسان ڪر بيشڪ تون

غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ○ اَللّٰهُمَّ اٰمِيْنَ يَارَبَّ الْعٰلَمِيْنَ ○

بخشيندڙ ٻاجهارو آهين. اي منهنجا الله تون منهنجي دعا قبول ڪر يا رب العلمين.

ثُمَّ تَقْرَأُ هٰذِهِ الْكَلِمَاتِ اَرْبَعَةَ عَشَرَ مَرَّةً

ان کان پوءِ پڙهندڙ هي صلوٰة سڳوري چوڏهن ١٤ دفعا

وَهِيَ هٰذِهٖ ۞ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى بَدْرِ التَّمَامِ ۞

پڙهي . اي منهنجا الله تون صلواة موڪل ان نبيءَ تي جيڪي چوڏهين جا چنڊ آهن .

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى نُوْرِ الظَّلَامِ ۞ اَللّٰهُمَّ

اي منهنجا الله تون صلواة موڪل ان نبيءَ تي جيڪو اونداهي ۾ سوجهرو آهن . اي منهنجا الله تون صلواة

صَلِّ عَلٰى مِفْتَاحِ دَارِ السَّلَامِ ۞ اَللّٰهُمَّ

موڪل ان نبيءَ تي جيڪي بهشت جو دروازو کوليندڙ آهن . اي منهنجا الله تون صلواة

صَلِّ عَلَى الشَّفِيْعِ فِيْ جَمِيْعِ الْاَنَامِ ۞ ثُمَّ

موڪل اُن نبيءَ تي جيڪي سيني ماڻهن جي شفاعت ڪندڙ آهن . ان کان پوءِ

تُقْرَاُ هٰذِهِ الْاَبْيَاتُ الْمَنْسُوْبَةُ لِلْمُؤَلِّفِ

هي بيت پڙهيا وڃن جيڪي مصنف جا چيل آهن :

يَا رَحْمَةَ اللّٰهِ اِنِّيْ خَائِفٌ وَّجِلٌ ۞

يا الله ، بيشڪ آئون توکان خوف ڪندڙ ۽ ڊڄندڙ آهيان .

يَا نِعْمَةَ اللّٰهِ اِنِّيْ مُفْلِسٌ عَانٍ ۞

يا الله ، بيشڪ آئون مفلس ۽ عاجز آهيان .

وَلَيْسَ لِيْ عَمَلٌ اَلْقَى الْعَلِيْمَ بِهٖ ۞

يا الله ، مون وٽ اهڙو ڪو به عمل ناهي جيڪو تنهنجي دربار ۾ پيش ڪريان .

سِوٰی مَحَبَّتِكَ الْعُظْمٰی وَاِیْمَانِیْ ○

سواءِ تنهنجي محبت ۽ ايمان جي جيڪي تمام وڏا آهن .

فَكُنْ اَمَانِیْ مِنْ شَرِّ الْحَيٰوةِ وَمِنْ ○

يا الله ، تون مون کي جيئڻ ۽ مئڻ جي شر کان محفوظ رک .

شَرِّ الْمَمَاتِ وَمِنْ اِحْرَاقِ جُثْمَانِیْ ○

يا الله تون منهنجي جسم کي باهه کان محفوظ رک .

وَكُنْ غِنَاءِ الَّذِیْ مَا بَعْدَهٗ فَلَسٌ ○

يا الله تون مون کي اهڙو غني ڪر جنهن کان پوءِ مسڪيني نه اچي .

وَكُنْ فَكَاكِیْ مِنْ اَغْلَالِ عِصْيَانِیْ ○

يا الله تون مون کي منهنجن گناهن کان آزاد ڪر .

تَحِيَّةُ الصَّمَدِ الْمَوْلٰی وَرَحْمَتُهٗ ○

يا الله تنهنجون صلواتون ۽ رحمتون رسولِ عربيؐ تي ايستائين نازل ڪر.

مَا غَنَّتِ الْوُرْقُ فِیْ اَوْرَاقِ اَغْصَانِ ○

جيستائين پکي وڻن تي ٻوليون ڪن ٿا .

عَلَيْكَ يَا عُرْوَتِی الْوُثْقٰی وَيَا سَنَدِیْ ○

يا رسول الله تون ئي اسان لاءِ مضبوط سند آهين.

اَلْاَوْفٰى وَمَنْ مَّدْحُهٗ رَوْحِىْ وَرَيْحَانِىْ ۝

يارسول الله درحقيقت تنهنجي تعريف منهنجي لاءِ تازگي ۽ خوشبوءِ آهي.

ثُمَّ تَقْرَءُ الْفَاتِحَةَ لِلْمُؤَلِّفِ وَهٰذَا الدُّعَاءُ

ان کان پوءِ ڪتاب جي مصنف لاءِ فاتحه شريف پڙهي وڃي ۽ دلائل الخيرات

يُقْرَأُ عَقِيْبَ خَتْمِ دَلَائِلِ الْخَيْرٰتِ

جي اختتام تي هي[1] دعا پڙهي وڃي.

# دُعَاءِ اِخْتِتَام

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ اشْرَحْ بِالصَّلٰوةِ عَلَيْهِ صُدُوْرَنَا ۝

اي منهنجا الله تون صلوٰة سڳوري پڙهڻ جي طفيلي اسان جي سينن کي ڪشادو فرماءِ.

وَيَسِّرْ بِهَا اُمُوْرَنَا ۝ وَفَرِّجْ بِهَا هُمُوْمَنَا ۝

۽ صلوٰة جي صدقي اسانجا ڪم آسان ڪر. ۽ صلوٰة جي صدقي اسانجون تڪليفون دور ڪر.

وَاكْشِفْ بِهَا غُمُوْمَنَا ۝ وَاغْفِرْ بِهَا

۽ صلوٰة جي صدقي اسان جا غم ختم ڪر . ۽ صلوٰة جي وسيلي اسانجا گناهه

ذُنُوْبَنَا ۝ وَاقْضِ بِهَا دُيُوْنَنَا ۝ وَاَصْلِحْ

بخش فرماءِ . ۽ صلوٰة جي برڪت سان اسانجا قرض ختم ڪر. ۽ صلوٰة جي صدقي

[1] هي دعا وقت جي ڪامل ولي حضرت احمد تجاني رحمة الله عليه جي لکيل آهي ۽ پاڻ حضرت شاهه ولي الله دهلوي جي مرشدن مان آهن.

بِهَا اَحْوَالَنَا ۝ وَبَلِّغْ بِهَا اٰمَالَنَا ۝ وَتَقَبَّلْ

اسان جي حالت درست ڪر. ۽ صلوٰة جي ڪري اسانجون اميدون پوريون ڪر. ۽ صلوٰة جي طفيلي

بِهَا تَوْبَتَنَا ۝ وَاغْسِلْ بِهَا حُوْبَتَنَا ۝

اسانجي توبه قبول ڪر. ۽ صلوٰة جي مهابي اسان جا گناه ختم ڪر.

وَانْصُرْ بِهَا حُجَّتَنَا ۝ وَطَهِّرْ بِهَا اَلْسِنَتَنَا ۝

۽ صلوٰة جي صدقي اسانجي حجت پوري ڪر. ۽ صلوٰة جي صدقي اسانجي زبان کي پاڪ ڪر.

وَاٰنِسْ بِهَا وَحْشَتَنَا ۝ وَارْحَمْ بِهَا غُرْبَتَنَا ۝

۽ صلوٰة جي ڪري اسانجي اڪيلائي ختم ڪر. ۽ صلوٰة جي ڪري اسانجي غربت تي رحم ڪر.

وَاجْعَلْهَا نُوْرًا بَيْنَ اَيْدِيْنَا وَمِنْ خَلْفِنَا ۝

۽ صلوٰة جي صدقي اسان جي اڳيان ۽ پويان نور پيدا ڪر.

وَعَنْ اَيْمَانِنَا ۝ وَعَنْ شَمَآئِلِنَا ۝ وَمِنْ

۽ اسان جي سڄي پاسي ۽ اسان جي کٻي پاسي نور پيدا ڪر. ۽ اسان جي

فَوْقِنَا وَمِنْ تَحْتِنَا ۝ وَفِيْ حَيَاتِنَا وَمَوْتِنَا ۝

مٿان ۽ اسان جي هيٺان ۽ اسان جي حياتي ۾ ۽ اسان جي وفاتي ۾ نور پيدا ڪر.

وَفِيْ قُبُوْرِنَا وَحَشْرِنَا وَنَشْرِنَا وَظِلًّا فِيْ

۽ اسان جي قبر ۾ ۽ اسان جي حشر ۾ ۽ اسان جي نشر ۾ ۽ قيامت جي ڏينهن

الْقِيٰمَةِ عَلٰى رُءُوْسِنَا ○ وَثَقِّلْ بِهَا مَوَازِيْنَ

اسان کي چانڻ ۾ بيهار . ۽ اسان جي نيڪين جو وزن

حَسَنَاتِنَا ○ وَاَدِمْ بَرَكَاتِهَا عَلَيْنَا حَتّٰى

زياده ڪر. ۽ اسان کي صلوٰة جي ڪري اهڙا برڪت عطا ڪر جو اسان

نَلْقٰى نَبِيَّنَا وَسَيِّدَنَا مُحَمَّدًا صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ

پنهنجي نبي ۽ سردار محمد ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم سان ملاقات

وَعَلٰى اٰلِهٖ وَسَلَّمَ وَنَحْنُ اٰمِنُوْنَ مُطْمَئِنُّوْنَ

ڪريون ۽ اسين مؤمن ۽ مطمئن هجون،

فَرِحُوْنَ مُسْتَبْشِرُوْنَ ○ وَلَا تُفَرِّقْ بَيْنَنَا وَ

۽ اسين انهيءَ وقت خوش ۽ خورم هجون، ۽ تون پاڻ ڪريمن ۽ اسان جي وچ ۾

بَيْنَهٗ حَتّٰى تُدْخِلَنَا مُدْخَلَهٗ وَتُؤْوِيَنَا اِلٰى

ڪا به جدائي نه ڪر ايتري قدر جو اسين به انهيءَ جاءِ تان داخل ٿيون جتان

جِوَارِهِ الْكَرِيْمِ مَعَ الَّذِيْنَ اَنْعَمْتَ عَلَيْهِمْ

پاڻ ڪريم داخل ٿيندا ۽ تون اسان کي سندن معيت عطا ڪر، انهن ماڻهن سان گڏجن تي تو

مِّنَ النَّبِيّٖنَ وَالصِّدِّيْقِيْنَ وَالشُّهَدَآءِ

نعمت ڪئي آهي، نبين مان، صديقن مان ۽ شهيدن مان

وَالصَّالِحِيْنَ وَحَسُنَ اُولٰٓئِكَ رَفِيْقًا ○

۽ صالحن مان ۽ اهي بهترين رفيق آهن .

اَللّٰهُمَّ اِنَّا اٰمَنَّا بِهٖ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ

اي منهنجا الله اسان پاڪ ڪريمن صلي الله عليه وآله وسلم تي ايمان آندو آهي

وَلَمْ نَرَهٗ فَمَتِّعْنَا اَللّٰهُمَّ فِي الدَّارَيْنِ

۽ اسان ظاهرا سندن زيارت نه ڪئي آهي، اي منهنجا الله هاڻي هن دنيا ۽ آخرت ۾

بِرُؤْيَتِهٖ وَثَبِّتْ قُلُوْبَنَا عَلٰى مَحَبَّتِهٖ ○

اسان کي سندن ديدار فرحت آثار ڪراءِ ۽ اسانجي دلين ۾ پاڪ ڪريمن جي محبت پيدا ڪر.

وَاسْتَعْمِلْنَا عَلٰى سُنَّتِهٖ ○ وَتَوَفَّنَا عَلٰى

۽ اسان کي سندن سُنّت تي عمل جي توفيق عطا ڪر. ۽ اسان کي سندن دين تي

مِلَّتِهٖ ○ وَاحْشُرْنَا فِيْ زُمْرَتِهِ النَّاجِيَةِ وَ

وفات ڪراءِ . ۽ (قيامت ۾) اسانکي سندن جماعت ۾ اُٿار جيڪا نجات ۽

حِزْبِهِ الْمُفْلِحِيْنَ ○ وَانْفَعْنَا بِمَا انْطَوَتْ

ڪاميابي واري جماعت آهي. ۽ يا الله تون اسان کي پاڪ ڪريمن صلي الله عليه

عَلَيْهِ قُلُوْبُنَا مِنْ مَّحَبَّتِهٖ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ

وآله وسلم سان دلي محبت جو فائدو قيامت جي ڏسهن

وَسَلَّمَ يَوْمَ لَاجَدَّ وَلَا مَالَ وَلَا بَنِيْنَ ○

عطا ڪر جنهن ڏينهن ڪو به مال متاع ۽ اولاد نفعو ڏيئي نه سگهندو.

وَاَوْرِدْنَا حَوْضَهُ الْاَصْفٰى ○ وَاسْقِنَا بِكَاسِهِ

۽ اسان کي سندن حوض ڪوثر تي پهچا ئجان ۽، ۽ اسان کي سندن پيالي مبارڪ

الْاَوْفٰى ○ وَيَسِّرْ عَلَيْنَا زِيَارَةَ حَرَمِكَ وَحَرَمِهِ

مان آب ڪوثر پيار ج. ۽ اسان کي مرڻ کان اڳ ۾ حرم بيت الله ۽ حرم نبوي

مِنْ قَبْلِ اَنْ تُمِيْتَنَا ○ وَاَدِمْ عَلَيْنَا الْاِقَامَةَ

(صلي الله عليه وسلم) جي زيارت نصيب ڪر. ۽ اسان کي حرم بيت الله ۽ حرم نبوي

بِحَرَمِكَ وَحَرَمِهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ

(صلى الله عليه وسلم) ۾ مستقل رهائش، مرڻ گهڙي تائين

اِلٰى اَنْ نَّتَوَفّٰى ○ اَللّٰهُمَّ اِنَّا نَسْتَشْفِعُ بِهِ

عطا ڪر. اي منهنجا الله بيشڪ اسين تنهنجي دربار ۾ رسول عربي

اِلَيْكَ اِذْ هُوَ اَوْجَهُ الشُّفَعَاءِ اِلَيْكَ ○ وَنُقْسِمُ

جي سفارش وٺون ٿا ڇو ته اهو توِ وٽ سڀ کان بهترين سفارشي آهي. ۽ اسين رسول عربي

بِهِ عَلَيْكَ اِذْ هُوَ اَعْظَمُ مَنْ اُقْسِمَ بِحَقِّهِ

جو قسم تنهنجي دربار ۾ وجهون ٿا ڇو ته اهو تنهنجي دربار ۾ عظيم قسم

عَلَيْكَ ۝ وَنَتَوَسَّلُ بِهٖ اِلَيْكَ اِذْ هُوَ اَقْرَبُ

آهي. ۽ اسين تنهنجي دربار ۾ رسول عربيءَ جو وسيلو پيش ڪريون ٿا ڇو ته تنهنجي

الْوَسَائِلِ اِلَيْكَ ۝ نَشْكُوْ اِلَيْكَ يَا رَبِّ

دربار ۾ اهو نهايت مقرب وسيلو آهي. يا الله اسين تنهنجي دربار ۾ پنهنجي دل

قَسْوَةَ قُلُوْبِنَا ۝ وَكَثْرَةَ ذُنُوْبِنَا ۝ وَطُوْلَ

جي سياه ٿيڻ ۽ گناهن ۾ وڌي وڃڻ ۽ اُميدن ۾

اٰمَالِنَا ۝ وَفَسَادَ اَعْمَالِنَا ۝ وَتَكَاسُلِنَا عَنِ

ديگهه ٿيڻ ۽ عملن ۾ ڪوتاهي ٿيڻ ۽ عبادت ۾ سُستي

الطَّاعَاتِ ۝ وَهُجُوْمِنَا عَلَى الْمُخَالَفَاتِ ۝

ڪرڻ ۽ خراب عملن ۾ واداري جي شڪايت ڪريان ٿو.

فَنِعْمَ الْمُشْتَكٰى اِلَيْهِ اَنْتَ يَا رَبِّ بِكَ نَسْتَنْصِرُ

پوءِ واقعي تون يا الله بهترين شڪايت ٻڌندڙ آهين، اسين تنهنجي مدد

عَلٰى اَعْدَآئِنَا ۝ وَاَنْفُسِنَا فَانْصُرْنَا ۝ وَعَلٰى

سان دشمنن تي فاتح ٿيڻ ۽ نفس تي غالب ٿيڻ جي دُعا گهرون ٿا پوءِ تون اسان جي مدد ڪر ۽

فَضْلِكَ نَتَوَكَّلُ فِيْ صَلَاحِنَا فَلَا تَكِلْنَا

اسين تنهنجي فضل تي توڪل ڪريون ٿا اسان جي سيني ڪمن ۾ پوءِ يا الله تون اسان کي پنهنجي

إِلَىٰ غَيْرِكَ يَارَبَّنَا ۞ اَللّٰهُمَّ وَإِلَىٰ جَنَابِ

فضل كان پري نه ڪر. اي منهنجا الله اسين تنهنجي حبيب

رَسُوْلِكَ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ نَنْتَسِبُ

ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم سان نسبت رکون ٿا، پوءِ سون

فَلَا تُبْعِدْنَا ۞ وَبِبَابِكَ نَقِفُ فَلَا تَطْرُدْنَا ۞

اسان کي پري نه ڪر. ۽ اسين تنهنجي در تي اچون ٿا پوءِ تون اسان کي پري نه ڪر.

وَإِيَّاكَ نَسْئَلُ فَلَا تُخَيِّبْنَا ۞ اَللّٰهُمَّ ارْحَمْ

۽ اسين خاص توکان سوال ڪريون ٿا پوءِ تون اسان کي نا اميد نه ڪر. اي منهنجا الله اسان جي تڪليف

تَضَرُّعَنَا وَاٰمِنْ خَوْفَنَا ۞ وَتَقَبَّلْ اَعْمَالَنَا

تي رحم ڪر ۽ اسان کي خوف کان بچاءِ. ۽ اسان جا نيڪ عمل قبول فرماءِ

وَاَصْلِحْ اَحْوَالَنَا ۞ وَاجْعَلْ بِطَاعَتِكَ

۽ اسان جي سڀني حالتن کي درست ڪر. ۽ اسان کي تون پنهنجي عبادت ۾

اِشْتِغَالَنَا ۞ وَاِلَى الْخَيْرِ مَآلَنَا ۞ وَحَقِّقْ

مشغول رک ۽ اسان کي خير جي توفيق عطا ڪر. ۽ اسان کي بهترين

بِالزِّيَادَةِ اٰمَالَنَا ۞ وَاخْتِمْ بِالسَّعَادَةِ اٰجَالَنَا ۞

نعمتون عطا ڪر ۽ اسان جو خاتمو بالخير ڪر.

هٰذا ذُلُّنَا ظَاهِرٌ بَيْنَ يَدَيْكَ وَحَالُنَا لَا

هيءُ اسانجو ظاهري حال تنهنجي اڳيان آهي ۽ اسان جو باطني حال بہ تنهنجي اڳيان

يَخْفٰى عَلَيْكَ ۝ اَمَرْتَنَا فَتَرَكْنَا ۝ وَنَهَيْتَنَا

مخفي ناهي. تو امر ڪيا ۽ اسان اُهي ڇڏي ڏنا، ۽ تو منع فرمائي ۽

فَارْتَكَبْنَا ۝ وَلَا يَسَعُنَا اِلَّا عَفْوُكَ ۝ فَاعْفُ

اسان اُهي ڪم ڪيا ۽ هاڻ تنهنجي بخشش جي گهڻي ضرورت آهي. پوءِ يا اللّٰه

عَنَّا يَا خَيْرَ مَأْمُولٍ ۝ وَاَكْرَمَ مَسْئُولٍ ۝ اِنَّكَ

تون اسان کي معاف ڪر ۽ تون واقعي سوال قبول ڪندڙ آهين. بيشڪ تون

عَفُوٌّ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ يَّا اَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَ ۝ وَصَلَّى

معاف ڪندڙ غفور رحيم آهين يا ارحم الرّاحمين. ۽ الله تعالىٰ

اللّٰهُ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَ

اسانجي سردار محمّد ڪريم ۽ سندن آل ۽ اولاد تي هميشه صلوٰة ۽ سلام

سَلَّمَ تَسْلِيْمًا وَّالْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ۝

موڪلي رهيو آهي ۽ آخر ۾ سڀئي تعريفون الله لاءِ آهن جيڪو رب آهي جهانن جو.

رَبِّ تَمِّمْ بِالْخَيْرِ

ختم ٿيو خير سان.

# انتخاب

## از قصيده برده شريف

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ مُنْشِی الْخَلْقِ مِنْ عَدَمٖ

سڀ تعريفون الله تعاليٰ لاءِ آهن جنهن نہ هجڻ مان مخلوق کي پيدا ڪيو

ثُمَّ الصَّلٰوةُ عَلَى الْمُخْتَارِ فِی الْقِدَمٖ

اُن کان پوءِ رسول عربي تي صلواتون هجن جيڪي پهرين کان صاحب اختيار آهن

مَوْلَایَ صَلِّ وَسَلِّمْ دَائِمًا اَبَدًا

اي منهنجا الله تون هميشه هميشه صلواتون موڪل

عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمٖ

پنهنجي حبيب ڪريم تي جيڪي سموري مخلوق کان بهتر آهن

وَكَيْفَ تَدْعُوْا اِلَى الدُّنْيَا ضَرُوْرَةُ مَنْ

ڪهڙي ضرورت رسول عربي کي دُنيا ڏانهن متوجه ڪري سگهي ٿي

لَوْلَاهُ لَمْ تَخْرُجِ الدُّنْيَا مِنَ الْعَدَمٖ

جو جيڪڏهن رسول عربي نہ هجن ها تہ دنيا ئي نہ پيدا ٿئي ها

مُحَمَّدٌ سَيِّدُ الْكَوْنَيْنِ وَالثَّقَلَيْنِ

رسولِ عربي ٻنهي جهانن ۽ جنن ۽ انسانن جا سردار آهن

وَالْفَرِيْقَيْنِ مِنْ عَرَبٍ وَّمِنْ عَجَمٍ

۽ پاڻ عربن ۽ عجمن جا سردار آهن

هُوَالْحَبِيْبُ الَّذِيْ تُرْجٰى شَفَاعَتُهٗ

رسولِ عربي الله جا اهي حبيب آهن جن جي شفاعت جي اميد آهي

لِكُلِّ هَوْلٍ مِّنَ الْاَهْوَالِ مُقْتَحِمٍ

هر خوف ۽ خطري کان جيڪي سامهون ايندڙ آهن

فَاقَ النَّبِيِّيْنَ فِيْ خَلْقٍ وَّفِيْ خُلُقٍ

رسولِ عربي تخليق ۽ اخلاق ۾ ٻين پيغمبرن تي فوقيت رکن ٿا

وَلَمْ يُدَانُوْهُ فِيْ عِلْمٍ وَّلَا كَرَمٍ

۽ کو به پيغمبر رسولِ عربيءَ جي علم ۽ ڪرم کي پهچي نه سگهيو

فَهُوَ الَّذِيْ تَمَّ مَعْنَاهُ وَصُوْرَتُهٗ

پوءِ رسولِ عربي تي (الله تعالیٰ جا) ظاهري ۽ باطني ڪمالات مڪمل ٿيا

ثُمَّ اصْطَفَاهُ حَبِيْبًا بَارِئُ النَّسَمِ

اُن کان پوءِ الله تعالیٰ کين پنهنجو برگزيدو حبيب بنايو

فَإِنَّ فَضْلَ رَسُوْلِ اللّٰهِ لَيْسَ لَهٗ

پوءِ بيشڪ رسولِ عربيؐ جي فضائل جي ڪا حد ناهي

حَدٌّ فَيُعْرِبَ عَنْهُ نَاطِقٌ بِفَمِ

جو تعريف ڪندڙ پنهنجي وات سان اُن کي بيان ڪري سگهي

لَا طِيْبَ يَعْدِلُ تُرْبًا ضَمَّ أَعْظُمَهٗ

جيڪا مٽي رسولِ عربيؐ جي جسم کي لڳل آهي اُن جي مقابلي ۾ ڪا خوشبوءِ ناهي

طُوْبٰى لِمُنْتَشِقٍ مِّنْهُ وَمُلْتَثِمِ

مبارڪ آهي اُن ماڻهوءَ کي جنهن اُن مٽيءَ کي سونگهيو ۽ چُمي ڏني

يَا أَكْرَمَ الْخَلْقِ مَا لِيْ مَنْ أَلُوْذُ بِهٖ

يا رسول الله، توهان کان سواءِ منهنجو اهڙو ڪو به ناهي.

سِوَاكَ عِنْدَ حُلُوْلِ الْحَادِثِ الْعَمَمِ

جنهن کان آئون وڏن حادثن وقت پناهه وٺان

فَإِنَّ مِنْ جُوْدِكَ الدُّنْيَا وَضَرَّتَهَا

پوءِ بيشڪ توهان جي سخا سان دنيا ۽ آخرت آهي

وَمِنْ عُلُوْمِكَ عِلْمَ اللَّوْحِ وَالْقَلَمِ

۽ لوح قلم به توهان جي علم جو ڪجهه حصو آهي

ثُمَّ الرِّضَا عَنْ اَبِىْ بَكْرٍ وَّعَنْ عُمَرٍ

ان کان پوءِ الله تعالیٰ راضي آهي حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر کان

وَّعَنْ عَلِيٍّ وَّعَنْ عُثْمَانٍ ذِى الْكَرَمِ

۽ حضرت عثمان ۽ حضرت علي کان جيڪي پلارا آهن (رضي الله عنهم)

فَاغْفِرْ لِنَاشِدِهَا وَاغْفِرْ لِقَارِئِهَا

پوءِ اي منهنجا رب تون هن قصيدي جي ناهيندڙ ۽ پڙهندڙ کي بخش ڪر

سَأَلْتُكَ الْخَيْرَ يَاذَا الْجُوْدِ وَالْكَرَمِ

يا الله آئون تو کان خير جو سوالي آهيان



انتخاب ۽ ترجمو ڪندڙ:

محمد ابو الوحيد سرهندي

عفي عنه



# هديه صلوٰة وسلام بحضور سيد الانبياء والمرسلين

صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم

يا محمّد مصطفىٰ توتي صلواتون ۽ سلام ‏— يا حبيبِ كبريا توتي صلواتون ۽ سلام
رات ڏينهن شام و سحر هر وقت ۽ هر هنڌ ۾ ‏— منهنجي طرفان هر مهل توتي صلواتون ۽ سلام

حق تعالىٰ ۽ فرشتا موڪلن ٿا هر زمان ‏— يا رسولِ مجتبىٰ توتي صلواتون ۽ سلام
حڪم آهي مؤمنن هر دم پڙهن توتي صلوات ‏— دل جي عقيدت سان سدا توتي صلواتون ۽ سلام

دل جي صداقت سان سدا مؤمن پڙهن ٿا هر زمان ‏— ياشَفِيع المُذنِبِين توتي صلواتون ۽ سلام
صاحبِ لَولَاكَ سائين مالڪِ مُختارِ ڪُل ‏— رَحمَةً لِلعٰلَمِين توتي صلواتون ۽ سلام

سارا تنهنجي جابجا واکاڻ ڪئي رَبُّ العُلىٰ ‏— سارو قرآن آهي گواهه توتي صلواتون ۽ سلام
اعلىٰ ٿيو تنهنجو ذِڪر ۽ خاص تنهنجي شان ۾ ‏— کولي پڙهو قرآن کي توتي صلواتون ۽ سلام

تنهنجي شفاعت عام ٿي آهي سڀن اميد ۾ ‏— بخشجي ويندا سڀئي توتي صلواتون ۽ سلام
نور تنهنجي مان خدا پيدا ڪيو سارو جهان ‏— ناهين مِثل تون ڪنهن بَشَر توتي صلواتون ۽ سلام

دربار ربّ جي ۾ سدا تنهنجو وسيلو ٿا وٺون ‏— ٻنهي جهانن ۾ ڀلا توتي صلواتون ۽ سلام
مؤمنن کي ساهه کان ويجهو آهي عربي رسول ‏— فرمان ٿيو مالڪِ جهان توتي صلواتون ۽ سلام

چئني صحابن تي سدا رحمت آهي رحمٰن جي ‏— ۽ اهل بيتن تي سدا توتي صلواتون ۽ سلام
هر هڪ صحابي مثل ثاني نه تن جو ڪو اصل ‏— ۽ نيڪ اُمت تي سدا توتي صلواتون ۽ سلام

علم توکي سڀ عطا ڪيا ربّ پنهنجي فضل سان ‏— احسان ٿيو الله جو توتي صلواتون ۽ سلام
عرض آهي عَبدُ جو مون کي گهرائي مُصطفىٰ ‏— مُلڪ پنهنجي ۾ سدا توتي صلواتون ۽ سلام

مِن جانب : عبدهٗ عبدالوحيد سرهندي

بسم الله الرحمٰن الرحيم

نحمده ونصلي ونسلم على رسوله الكريم

# التجا بدرگاهِ ربّ العالمين بوسيلهٔ بوجليله

يعني

به اسماءِ مبارکهٔ حضرات مجدديه نقشبنديه

از حضرت صديق اکبر رضي الله تعاليٰ عنه تا حضرت آغا غلام علي جان سرهندي رحمه الله تعاليٰ عليه

احمدُ اسانجو مصطفيٰ صديق اسان جو اتقيا — سلمان اسانجو مقتدا قاسم اسان جو رهنما

جعفر اسانجو اصفيا طيفور اسان جو اولياء — بوالحسن اسانجو حق نما بوعلي هو پيشوا

يوسف اسانجو بي مثل عبد الخالق وَلِي هو امام — عارف اسانجو بي مثل محمود هو شمس الهديٰ

راميتني آهي وَلِي باباسماسي هو قطب — ميرڪلال آهي سخي بهاءُ دين هو بدر الهديٰ

يعقوب هو غوث الزمان احرار هو قطب الوريٰ — زاهد آهي قطب الزمان درويش هو فيض الهديٰ

رهبر اسانجو امڪنه باقي بالله هو باليقين — مجدد اسانجو مهربان معصوم هو نور الهديٰ

صبغة الله بي رياءِ شاه اسماعيل شهيد — معصوم ثاني مه لقا شه محمد باصفا

آهي صفي الله وَلِي شاه فضل الله امام — عبد القيوم شمس العليٰ عبد الرحمان اولياء

مرشد منهنجو محمد حسن شاه آغا باڪمال — آهي غلام علي وَلِي والدي نجم الهديٰ

دعائون منهنجون مقبول ڪر تڪليفون سڀ دور ڪر — يا خالق هر دو جهان بهرِ محمد مصطفيٰ

من جانب:

عبده عبد الوحيد سرهندي

فيض الرقم

۲۹۵

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ
نَحْمَدُهُ وَنُصَلِّيْ وَنُسَلِّمُ عَلٰى رَسُوْلِهِ الْكَرِيْمِ

# التجا بدرگاهِ ربّ العٰلمين بوسيلهٔ بوجليله

يعني

به اسماءِ مباركهٔ حضراتِ مجدديه نقشبنديه

از حضرتِ صديقِ اكبر رضي الله تعالیٰ عنه تا حضرتِ آغا غلام علي جان سرهندي رحمة الله تعالیٰ عليه

احمدٌ اسانجو مصطفیٰ صديق اسان جو اتقيا — سلمانُ اسانجو مقتدا قاسم اسان جو رهنما

جعفر اسانجو اصفيا طيفور اسان جو اولياء — بوالحسن اسانجو حق نُما بوعلي هو پيشوا

يوسف اسانجو بي مثل ۽ عبدالخالق هو امام — عارف اسانجو بي مثل محمود هو شمس الهدیٰ

راميتني آهي ولي باباسماسي هو قطب — مير ڪلال آهي سخي بهاءُ دين هو بدرُ الهدیٰ

يعقوب هو غوث الزمان احرار هو قطبُ الوریٰ — زاهد آهي قطبُ الزمان درويش هو فيضُ الهدیٰ

رهبر اسانجو امڪنه باقي بالله هو باليقين — مجدد اسانجو مهربان معصوم هو نورُ الهدیٰ

صبغة الله بي رياءِ شاه اسمٰعيل شهيد — معصوم ثاني مَنهُ لقاشه محمد باصفا

آهي صفي الله ولي ۽ شاه فضلُ الله امام — عبدالقيوم شمسُ العُلیٰ ۽ عبدالرحمان اولياء

مرشد منهنجو محمد حسن ۽ شاه آغا باڪمال — آهي غلام علي ولي ۽ والدي نجمُ الهدیٰ

دعائون منهنجون مقبول ڪر تڪليفون سڀ دور ڪر — ياخالق هر دو جهان بهرِ محمد مصطفیٰ

من جانب:

## عبده عبدالوحيد سرهندي

فيض الرقم

۳۹۵ پ

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

إِنَّ اللّٰهَ وَمَلٰٓئِكَتَهٗ يُصَلُّوْنَ عَلَى النَّبِيِّ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا صَلُّوْا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوْا تَسْلِيْمًا

بيشڪ الله تعاليٰ ۽ الله جا فرشتا رسول عربي ﷺ تي صلواة وسلام موڪلي رهيا آهن

اي مومنو! توهان به پاڪ ڪريم تي صلواة وسلام موڪليندا رهو.

القرآن

دلائل الخيرات

جو عام فهم تفسيري ترجمو

# بيان البرڪات في ترجمه دلائل الخيرات


ترجمو ڪندڙ:

علامه عبدالوحيد ڄان سرهندي فاروقي

مدرس

مدرسه مجدديه سرهنديه دارالارشاد

ٽنڊو سائين داد

ضلع حيدرآباد سنڌ